| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| ٿ | ٩ | چوڙي ڪري ويا | چوڙي ڪري پڙهي ويا |
| ٢٠ | ١ | شافع | شافي |
| ٢٠ | ٥ | قلند | قلندر |
| ٢٠ | ٧ | رضبع | اصبع |
| ٢١ | ٩ | نا | اُنا |
| ٢١ | ١٧ | ڪو | ڪي (ڪي) |
| ٢٦ | ٦ | فتدت | فقدت |
| ٢٩ | ٢ | همين | همني |
| ٣٠ | ٥ | تہ اي | تہ اي سائين ؛ |
| ٣١ | ١٧ | درد ي | درد دي |
| ٣١ | ١٨ | ٻهن | ٻيج |
| ٣٦ | ١٤ | د مين | آد مين |
| ٣٨ | ١٣ | د ٻا يا ئو | د ٻا يا ئون |
| ٣٩ | ٨ | ويدا | وڙندا = ايندا |
| ٤١ | ٤ | انشالا تعلي | انشاء الله تعالي |
| ٤٢ | ١١ | مٿيہ | مٿين |
| ٤٤ | ١٤ | فر ش | فرقتش |
| ٤٧ | ٢ | الله | اِله |
| ٤٧ | ١١ | علي الله | الي آلله |
| ٤٨ | ١٨ | نگي | لگي |
| ٤٩ | ١ | تہ ٻٽرو | اٻٽرو |
| ٧ | ١٤ | فڪند | فگند |
| ٥٨ | ١٩ | عدہ" | عدهم |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| ٥٩ | ۴ | علي الله | صلي الله |
| ٦٥ | ١٨ | هشق | عشق |
| ٦٥ | ٢١ | جهڙن سان | جهڙن مان |
| ٦٦ | ٣ | تو حيد ر | تو حيد |
| ٦٦ | ٣ | اسپ | اسپي |
| ٦٦ | ١١ ۽ ١٢ | گذا | گذار |
| ٦٧ | ٩ | اوتاهي | اونداهي |
| ٧٠ | ٢ | پيو | پيون |
| ٧٠ | ١۴ | ره | رد |
| ٧٢ | ٩ | يقيني | يقين |
| ٧٢ | ٩ | آمد | آيد |
| ٧۴ | ٢ | خاصاً خاص | فاساً فاس |
| ٧٥ | ١ | سميت | سميت، |
| ٧٨ | ١۴ | ۾ | ؛ ۽ |
| ٨٢ | ٦ | فتوا | فتوي |
| ٨٦ | ٢٠ | ٻه ڪدم | يڪدم |
| ٩٢ | ٢ ۽ ٣ | لثه ۃ | لثو ۽ |
| ٩٣ | ١ | هو الحبب | هوُ الحبيب |
| ٩۴ | ١٢ | مداقبو | مراقبو |
| ٩٦ | ٦ | ڪارائط | ڪارائط |
| ١٠٠ | ١٥ | ڪچهري | وچ ڪچهريءَ ۾ |
| ١٠٢ | ٥ | ۽ | يا |
| ١٠٥ | ٢ | عربه | عربيءَ |

| صفحہ | سطر | غلط | صحیح |
| --- | --- | --- | --- |
| ۱۰۹ | ۳ | صفیفات | تصنیفات |
| ۱۱۰ | ۶ | ٹکا | ٹکرا |
| ۱۱۲ | ۳ | ۱۹ | ۲۹ |
| ۱۱۴ | ۳ | بغیر | بغیر |
| ۱۱۵ | ۴ | بزمراز | بزم راز |
| ۱۱۵ | ۴ | غلغہ | غلغل |
| ۱۱۵ | ۹ | ۱۰ | ۱۱ (بیدل جو کتاب) |
| ۱۱۵ | ۱۰ | ۸۷ | ۱۸۷ |
| ۱۱۶ | ۱۴ | کسف | کشف |
| ۱۱۶ | ۱۷ | نہا نشد | نہان شد |
| ۱۱۹ | ۶ | بہول | پول |
| ۱۲۰ | ۸ | وا | و یا |
| ۱۲۱ | ۴ | تصرف طویقہ | تصوف طریقہ |
| ۱۲۱ | ۱۱ و ۱۲ | خمسً شہادتہ' ان | خمسٍ شہادتہُ اُن |
| ۱۲۱ | ۱۲ | اعبد ہ' | اً عبدُ ہٗ |
| ۱۲۳ | ۲ | زکواۃ | زکواتہ (زکوات) |
| ۱۲۵ | ۱۲ | ھو | ھوز |
| ۱۲۸ | ۱۱ | اسعار | اشعار |
| ۱۳۱ | ۱۷ | تائی | تاچی |
| ۱۳۵ | ۶ | یارسی | پارسی |
| ۱۳۸ | ۲ | وبکھہ | ویکھہ |
| ۱۳۸ | ۴ | لدوي | ندوي |
| ۱۳۸ | ۱۷ | آٹن | آٹرط |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ١٥٢ | ٥ | ٿيون | ٻوي |
| ١٦١ | ٢ | شيغا | شيغا |
| ١٦٢ | ١ | چاڙط | چاڙن |
| ١٦٢ | ٥ | گبوسي | گيوسي |
| ١٦٤ | ٣ | ني | تي |
| ١٦٤ | ٨ | عقشدي | عشقدي |
| ١٧١ | ١٠ | ڏهول | ڏهول = ڏهل |
| ١٧٤ | ٢ | ٿو | ٿيو |
| ١٧٥ | ٢ | ڪعزاً | ڪعراً |
| ١٧٥ | ٢ | له | نه |
| ١٧٦ | ١٤ | بنا | بڻان |
| ١٧٧ | ٧ | عبدي ء | عبدي ء |
| ١٧٧ | ١٦ | ييڪ، | بيڪ، |
| ١٧٩ | ٤ | خلق ۃ صورۃ | خلق الاۃ صورت |
| ١٨١ | ٧ | پيڙ ء | پيوء |
| ١٨٤ | ١٩ | وو ڀهڻين | وه ڀهڻي |
| ١٨٤ | ٢٢ | دوست | وومست |

نوٽ :- جنهن جو بيدل جي سنڌي پارسي طرز تي لکيل آهي تنهنڪري اڪثري ڪ، کي ڪ ڪري پڙهڻ ۾ ايندو -

گ، ـ ڪ، ـ هـ

# ارجنداس فتحچند ڪيسواڻي

ويٺل روهڙيءَ جو هڪ نوجوان، جو ١٨ ورهين
جي ڄمار ۾ سورڳ ڌام پڌارجي ويو



سرڳواسيءَ جي نالي قائم رکڻ لاءِ سندس پيءُ

**مسٽر سگهي مل فتحچند ڪيسواڻيءَ**

هي پستڪ پنهنجي خرچ سان ڇپايو آهي -

مڏي .

هين که اسرافيل وقتند اوليا - مرده را زيشان حياتست و نما
هرکه خواهد هم نشيني با خدا - گو نشيند در حضور اوليا
يکزماني صحبتي با اوليا - بهتر از صد سال بودن در تقا
اوليا اطفال حق اند اي پسر - در حضور و غيب آگاه با خبر
گرتو سنگ و صخره و مرمر شوي - چون به صاحبدل رسي گوهر شوي

آهي درويش جنهن جو دم مسيحا دم آهي جو توهان ۾ مرده دلين کي هڪ ئي ڦوڪ سان زنده ڪري ٿو ۽ روحاني رستو جو ظلمات کان به وڌيڪ اونداهو آهي اُتي اِهي درويش سالڪ طريقت لاءِ سانيي ۾ سولهان ۽ نور ۾ ضيا بخشيندڙ آهن.

ڏيئي ٻڌان پنهنجو گهمي ڏس توُن گهر (سامي)

اهڙن اوليائن جو نور پاڪ پيرن جي مٿان جهڙوات ۾ سرراست ڪري ٿو جهمڪي ۽ چمڪي ۽ آهي ته دلفروز نور جون جهلڪون ۽ لاٽون ٿو ڏيکاري جنهنجي سهائي ۾ ٿي طالب واٽ ڪڍندو، اڳي ڌوڪيندو پيو وڃي. انهن جي درشني پٽڪي پاوس ڪري ٿي. سو اهڙن الله لوڪن جن ترڪ به ترڪ ڪيو

آهي، جي حياتيءَ مان واقفيت وٺڻ ۾ گمراهي ٿا
سمجهن ۽ ان کان آگاه ڪندڙ آهن؛ انهن جي
سوانح عمري خضر جو ڪم ٿي ڏئي؛ مثل دوستيءَ جي
آهي جنهن ۾ اسان جا اعمال چٽو عڪس وٺن ٿا. سندن
حياتيءَ جو احوال پڙهڻ سان پتو پوي ٿو ته
سندن همت ۽ رهڻي ڪهڙي هئي ۽ ڪيئن
انهيءَ اوچ پدويءَ تي رسيا. انهو ڏسي ڪري دل
۾ ويچار ٿو اٿي ته ڇو نه اسين به سندن
”نقش پا“ تي هلي انهن ٿيون. سو انهن سڀن ۽ بزرگن
جي واقعن ۽ جيون ڪٿا مان ڏيڻي تمام نهايت
ضروري آهي ۽ مفيد پڻ.

(سکر ضلع ۾ سنڌو ندي جي ساڄي ڪپ تي
هڪڙو شهر آهي نهايت جهونو ۽ ڪتول جنهن جي
تواريخ نهايت ڪهني آهي. ان شهر ۾ فقير قادر بخش
قدس سره ۽ محمد محسن جي خانگاه ۽ پيرن
ڪيترن پيرن جي درگاهون آهن؛ جنهنڪري گهڻا طالب
زيارت لاءِ اچن ٿا. انڪري هن کي شرف ۽ مشهوري
مليل آهي. هن شهر جو لاڙ وهڙي شريف آهي ۽ مڃهس
اندر ان فقير تي گذريا آهن جن جي حد حساب جي
باهر ڪا آهي. گليءَ گليءَ، گهٽيءَ گهٽيءَ ۽ محلي محلي ۾

ڪنهن نه ڪنهن پير ~~پيغمبر~~ فقير جي تربت آهي ئي آهي،
جنهن هڪ اڌ شاعر روهڙيءَ جي ساراه ڪندي
چيو آهي:

ڪريان صفت مان روهڙيءَ جي - اتهي آهن سوا لک پير

۱- جاڪي ڏيکو وار مبارڪ - خلقت آئي وهير

۲- وچ درياهه خواجه رهندا - او نديان دا پير

۳- اندي ڪناري سهڻا رهندا - حاجنا شاهه پير

۴- يڪ ٻزار ۾ سهڻا رهندا - او ٻهران دا پير (دستگير)

۵- ٺڪر ناماڪ جڳهه سهڻدي - بيدل بيڪس پير

۶- محمد محلي ۾ سهڻا رهندا - او سهان والا پير (بخاري شاهه)

۷- ڳانگوني ۾ سهڻا رهندا - شاهه محمد حقاني پير

۸- اعلون اعلي پير رهندي - قلندي مست فقير

۹- خادم حسين قوالي ناهي - مدد پنج تن پير

تنهن ڪانسواءِ جهڙا اجا ڳنڊا درويش ۽ مست فقير به
اڄ ڏينهن سوڌو ڪيترائي روهڙيءَ ۾ گهمندا ڦرندا
نظر ايندا. چون ٿا ته ۱۴ مست فقير ۽ ۷ سالڪ
درويش هميشه روهڙيءَ ۾ رهندا ايندا ۽ سدائين
هوندا ( اِها هڪ وڏي روايت آهي جا هتي ڏيڻ
مناسب نه ٿيندي ۽ مون پنهنجي ڪتاب "سنڌ جا
جهونا ۽ ڪهنا شهر" ۾ درج ڪئي آهي ته ڪهڙن

روهڙيءَ کي شرف مليو ته ان ۾ هميشه 14 مسند فقير
وار مبارڪ جي ٻواءِ لاءِ وهندا ايندا) ۽ انهن برابر
سچ آهي ته جيڪڏهن ڪو درويش مري ويندو
آهي يا پنهنجيءَ جڳهه تي نظر نه ايندو آهي ته انهيءَ
جاءِ تي يڪدم هڪ ٻيو ڏسڻ ۾ ايندو آهي ۽ اهڙيءَ
طرح هميشه انهن جو عدد ساڳيو ئي رهي. ان لاءِ
ئي ته روهڙيءَ کي شريف ۽ حضرت روهڙي ڪري
سڏيندا آهن ۽ سوا لک پيرن جو گهر. خود
روهڙيءَ جي ماڻهن کهڻي ڪيترن فقيرن جا نالا لڪا
اچن. گهڻا ته گمناميءَ جي گوشي ۾ گهاري جهان مان
ڪوچ ڪري ويا. انهن مان فقير قادر بخش ٻ هڪ
هو جنهن کي ادب وچان ’وڏو سائين‘ چون ۽ جنهن جو
تخلص بيدل آهي ۽ سندس فرزند محمد محسن، ننڍو
سائين تخلص بيڪس ته روهڙيءَ جي ٻچي ٻچي کي
ياد آهن. ڏسبو ته ڪيترائي طالب، ننڍا وڏا، مرد
زالون، ٻيا ٻالڪ خانگاهه تي پيا سر ايا ئين. اهو
سچ آهي ته:-

ساري رات سبحان جا ڳڻي جني ياد ڪيو
انهي عبداللطيف چئي مٽيءَ لڌو مان
ڪوڙان ڪن سلام آڳهه اچيو اُنهيءَ

سندن حياتي عبرت وٺڻ جهڙي آهي. انهيءَ کان ٿي الاهي محبت جا فقير قادر بخش جي اندر ۾ مچ ٻريل ۽ دونهان دکيل هوا. اڃان کير پياڪ هئو ته لنءُ خدا سان لڳل هئس. سدائين الهي مئو متا ۽ رنگ رتا هوا. صاحب شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت جا مالڪ هوا. مجاز مان چڙهي وڃي حقيقت تي پهتا. طلب جو ٽڪو طوفان طيءِ ڪري وڃي وحدت واصل ٿيا. اها ته ٿي سندس پيري ۽ فقيري پر اچو ته هاڻي سندس شعر ۽ شاعري به ته ڪجهه ڏسون.

هو صاحب هڪ وڏو زبردست شاعر ٿي گذريو آهي جنهن عربي، اردو، پارسي، هندي، سنڌي، لاڙڪي، سنسڪرت ۽ سرائڪيءَ وغيره ٻولين ۾ ڪلام، غزل، لوڙائا، مثنويون، قصيده، شلوڪ، بيت، ڪافيون ۽ سي حرفيون چيون آهن. کين علم لدني عنايت ٿيل هو. سندن تصنيفات سنڌ جي سڀني شاعرن کان گهڻي آهي. اهڙو ڪو سنڌ ۾ شاعر ٿيو ٿي ڪونه آهي ۽ ساڳي وقت ولي الله بڻ جنهن ايترين جدا جدا ٻولين ۾ ٻول ٻولي ايترا سارا وڏا ڪتاب چيا، ٺاهيا، لکيا ۽ رچيا هجن. اهڙي اعليٰ شاعر جو شعر ڪمالا ميءَ جي گوشي ۾، عام جي نظر کان دور هڪ ڪنڊ ۾ لڪو رهي ۽ سندس قدرشناسي نه ٿئي سا هڪ شرم جي ڳالهه آهي.

جيڪو ٺيڪ ٻيدل جي رسالي کي سج جي روشني
ڏيکارڻ لاءِ هن کان اڳ ۾ چار دفعا ڪوشش ڪئي
وئي آهي، اڄ هين ۾ افسوس سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي
ته هل تائين ورلو ڪجهه ۾ ڪين آهي - سنڌو اخبار
جو ايڊيٽر مسٽر واڌومال خواهه ٻيا پروفيسر ۽ عالم
(جن جا نالا هتي ڏيڻ مناسب نه ٿيندو) جن پهريون
ڏاڍي جدوجهد سان ڪوشش ورتي ۽ تڪليف
وٺي ورهين ۾ پڌاريا، ڪلام اتارڻي ويا پيا رسالا
چوڙي ڪري ويا (جنهن لاءِ مهاورن وقت ٻوقت
پنهنجي شڪايت ڪئي آهي ۽ هميشه تارو پئي هڪ
ڪلامن جو ڪتاب ڪم ٿي ويل آهي) پر واپس وري
وڃي گهڙيءَ اندر ۾ سمهي رهيا. اهڙي ڪري بندي
واجب ڄاتو ته هن بزرگ، شاعر جي ڪلام کي هيٺئين
گهڻو وقت اڪيلا رکجي ۽ گمنامي جي گوشي مان
ٻاهر ڪڍي سموري ملڪ کي سنڌس خوشبوءِ سان
واسيڪجي ۽ جنهن جو درگاه جي فقيرن کي ٻه ٽي
هيو ته جيڪڏهن اهو چوڙي ٿيل اڌو گابو ڪلام
۽ اڻ پوڙو بدل احوال شايع ٿي پيو ته اهو اهڙي
اعلي شاعر جي شان وٽان نه ٿيندو ۽ نه مهاورن
جي مان ۾، اڪري هتي مواسان دل وجان سان
شراڪت ڪئي. انهن حالتن همت هن بندي (مون
اهڙي پهري ۾ ٻاڻو پر پڪي ارادي سان نه

سويا وارا والگر ڀريون ڪوڙو جوش ڏيکاري ٻاٽ ۾ نه رهندس. ڪي سال حقيقتون ڳوليندي ٿيا آهن ۽ ٿورڪي ٿورو گهڻو ذخيرو هٿ اچي سگهيو آهي سو ناظرين اڳيان پيش حاضر ڪيو اٿم (وحدت نامه) کان پوءِ (ديوان بيدل) ۽ آئينده ۾ پيو ڪندس (سرود نامه)

وڏي خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو منهنجي نئين هوائي جا خيال، امنگن ۽ اميدون هي عملي جامو اختيار ڪري رهيون آهن. جڏهن مان ننڍڙو هئم ته هڪ دفعي منهنجي بزرگ پيءُ سان گڏ جي فقير بيدل پادشاه جي درگاهه تي ويس ۽ ڪجهه وقت جي گفتگوءِ بعد اتي ويٺلن مان معلوم ٿيو ته بيدل سائين هڪ وڏو الله لوڪ شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن جو ڪلام هر ڪنهن ٻوليءَ ۽ خاص طور پر فارسيءَ ۾ گهڻو آهي. وري جڏهن ڪاليج ۾ پڙهڻ ويس ۽ انٽر آرٽس پاس ڪيم ته سوال اٿيو ته بي - اي ۾ ڪهڙا ڪم (Subjects) رکجن. منهنجو ته اهو پڪو ارادو هيو ته فارسي ضرور کڻجي — ڇا ڪاڻ جو الله ءَ مون وٽ ڪافي ۾ سبب هوا: هڪ ته پرشن ڏانهن منهنجو گهڻو لاڙو ۽ چاهه هو ۽ ڪاليج جي پهرين سال پرشن ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ ڪئيو هئم (جنهن لاءِ انعام ۾ ڪتاب مليو هو) ۽ ٻيو مکيه سبب اهو هيو ته جنهن

بيدل جا پارسي رسالا پڙهي سگهجن ٿا ۽ انهن تي وڌيڪ کوجنا (Research) ڪري سگهجي — پر منهنجي لاءِ جو شايد ڪو ٻيو ئي خيال هيو. آخر پتا جن منهنجي خيال کي وزن ڏنو (پلا پڙهڻ به ته مونکي ئي هئو) ۽ پرشن ڪٽڻ لاءِ همٿايو، جيتوڻيڪ ان ۾ وري سندن ٻيو ڪو راز سمايل هو ته جيڪڏهن هن بيروزگاريءَ جي زماني ۾ ٻي ڪا سرڪاري ۽ سٺي نوڪري نه ملي (جا ڏاڍي جي مهربانيءَ سان هميشه ملندي ئي رهي آهي) ته گهٽ ۾ گهٽ پرشن ماستري ته ڪنهن نه ڪنهن اسڪول ۾ ملندي ۽ اهو خيال نه فقط منهنجي لاءِ جو هيو پر سڀني جا وڏا ماڻهو هميشه اها ڳالهه سوچيندا آهن ته جڏهن سندن پٽ پڙهي اڪري ته ڪين ڪٿي ڪمائي ڏارائي. ان لاءِ ته پاڻ اڄ سچ پچ وڏيڪ خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته منهنجي پتا جن خواهه منهنجي منوڪامنا هن صدوري سال ۾ پوري ٿي- پرشن ماستري به ملي ۽ هيءُ ڪتاب جو سالن جي کوجنا بعد رچيل آهي سو ناظرين اڳيان حاضر آهي.

سڀ اڪل ۽ دستخط لکيل ڪتاب، جي اڻڪل پنجاهه - پنجونجاهه ٿيندا ۽ خاص ڪري بيدل پاڻ شاهه جي معشوق قاضيءَ وارو قلمي نسخو ۽ فرزند بيڪس سائينءَ جو دستخط ٿيل نقل پوٿي، بيدل جي ديوان جو حتي المقدور، صحيح نسخو تيار ڪيو ويو آهي.

سمورو احوال سڌو سنئون ڪيڏي شهر جي
وڏا ڪن ڪان ٿيڻ تصديق بعد ڇڏن ۽ اوڻن سمجھ
ڏال آهي ۽ جتي به ڪا تڪلف يا اٽڪ پيش پئي
آئي ته ان لاءِ خط ڪتابت ڪري ابدل سائين
جي مريدن ۽ طالبن کان جي اڪثر ڪري ٻاهر ٿيل
هندن لي ، هندا آهن) لکي ڇپايو ويو آهي ۽
وقعي ته اُني پاڻ ٿيڻ وچ سمورو احوال ۽ ڪلام
اُتاڙيل آهي. فصل نمون اٿيم ڏاڍي گواهي ڪندڙ
آهي ۽ شايد بحث مباحثه جو ڪارڻ به اهوئي فصل
ٿئي جو اڪثر جهڙن کي هٿ ڏئي ۽ سوال جواب
ڪن ته ڇا مون جهڙو پڙهيل ڪڙهيل ويچار صحيح
جو نوجوان اٿڻ اچڻ سڀاڻ ڪرامان جي اعزاز
۾ اعتبار ڪندڙ آهي؟ هائو يا نه! (جيتوڻيڪ مان
اعتبار آڻيندڙ آهيان، ڇا ڪاڻ جو روهڙي جهڙي
شهر ۾ رهي، فقيرن جي صحبت ۾ گذاري، مان انهن
سان ڏسي رهيو آهيان ته اهي سڀ فقير ۽ سالڪ
درويش ڇا ڇا نتا ڪري سگهن ۽ اڄ سوڌو ويهاڪن)
پرسمورو ڪتاب جو هڪ Serious book (گنڀير ڪتاب)
آهي اهڙي هڪڙي فصل جي ڪري ٿي ناول جي
ڊراما ڪس، فلاسافي جي اونهائي، نوادر سچائي،
ناٽڪ جي موج، شعر جي شعران ۽ سوانح عمري جي
سچائي ۽ صفائي رکي ٿو.

اگرچه هن ڪتاب کي ڪاوائتي ڪرڻ جي هر وجه ڪوشش ڪئي وئي آهي، ۽ اُنهي ڇپائڻ ۾ گهڻي دقت ورتي وئي آهي، (جو سڄو سارو سال سوا پئي ڪتاب ڇپيو) تڏهن به انسان خطائن جو گهر آهي ۽ ممڪن آهي ته منجهس ڪي نه ڪي خاميون رهجي ويون هونديون. ڇاپي جون چڪون نهايت گهڻيون نظر اينديون، جنهن لاءِ ٻه سبب آهن: پريس جو پراڻو ٽائيپ ۽ ليکڪ جو لاڙو واهيءَ سان حروف پڙهڻ. انهيءَ ڪري ئي ’پلدامي‘ ڪڍڻ جي ضرورت سمجهي وئي آهي. خوشيءَ جو باعث ٿيندو، جڏهن ڪو اهڙو عالم ساماڻبو، جو هن ڇاپي کي منسوخ ڪري، تنهن سر محنت وٺي بيدل جي رسالي جو هن کان به بهتر نسخو تيار ڪري ڇپائيندو، پر هڪ ڳالهه جنهن کان آءٌ ڪنهن اڳواٽ ئي آگاهه ڪرڻ ٿو چاهيان، سا اِها ته مهرباني ڪري هن روحاني رند ۾ عشق جي اڳتون علم جي زور تي فقط عقل کان ڪم ا، وٺي ڇاڪاڻ جو الله بيدل سائين ۽ پاڻ ئي فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ته:

”عقل جو ويو اختيار - عشق انا الحق جو ماريو
عشق عقل جي لڳي لڙائي - عشق ڪٽي جنگ عقل هارائي“



شجرو فقير بيدل سائينءَ جو
نا معلوم
نا معلوم
نا معلوم
خليفو محمد محسن
خليفو بيگ محمد
فقير عبدالقادر
فقير عبدالله
پاڻ ۾ سوٽ
خدا بخش
غلام فريد
فقير محمد محسن
امام بخش
بيگ محمد ١٢٩٥
عبداللطيف
غلام يوسف
خواجه بخش
محمد امين
حسين بخش
امام بخش
صاحبڏنو
بيگ محمد 3 سال

هن سوانح عمري لکڻ خواه بيدل جي
عشق جي مذهب کي کولڻ جو مطلب آهي ته عام
ماڻهو فيض وٺن ۽ گمراه نه ٿين ۽ جي اهو مطلب
سڌ ٿيو ته ڇپجو ته هي ۽ ٻوڙهيو ٻه سجايو ٿيو.
آءٌ پنهنجي پياري پتا جن ديوان ڪٽڻمل ڪليانداس
جو تهدل شڪرگذار آهيان، جن هن جلد جي
نسخي تيار ڪرڻ ۽ ڇاپي جي درستي ڪرڻ وغيره
۾، مون سان دل و جان سان شراڪت ڪئي آهي.
جيڪڏهن مربي صاحب جن اهڙو احساس نه ڏيکارين
ها، ته شايد هي ڪم اهڙو جلد هن منزل مقصود تي
نه رسي ها. مسٽر جشي لالچند هرجاڻي جا به ٿورا ٿو مڃان
جنهن هن جلد جي صحيح ڇپجڻ ۾ مدد ڪئي آهي.
ٻين به جن صاحبن مدد ڏني آهي روايتن وغيره
پڌائڻ ۾، تن سڀني جو ازحد مشڪور ۽ ممنون آهيان.

گدومل ڪٽڻمل هرجاڻي.

روهڙي، ١ ڊسمبر ١٩٤٠ع.

# ديوان بيدل : مقدمه

## فصل ا.

## بيدل جي سوانح عمري

سنڌ ۾ صوفي طريقي جو بنياد - ڄانشاهي ڪوٽ جي درگاهه جي سجاده نشين جو احوال- سيد عبدالوهاب شاهه جو روهڙيءَ ۾ تشريف فرمائڻ- فقير محمد محسن ۽ فقير بيگ محمد جو فيض رسائڻ - فقير عبدالقادر جي ولادت ۽ ٻاالپڻ جو احوال - حوالا - اصل ۽ نسل - ميرجان الله شاهه وچين جو احوال ۽ سندن خليفا - قلندر شهباز جي فقير قادربخش تي نوازش - جوانيءَ جي آغاز ۾ سير ۽ سياحت - مجاز ڪمائڻ - عشق ۽ ناميدي - مراجعت ۽ شادي - روزمره جي حالت - کاڌو ۽ پوشاڪ - دوست ۽ دشمن - آخرين ڏينهن ۽ وفات - خانگاهه ۽ قبي جي ٺهڻ جي حقيقت-

حضرت امام العارفين قدوت السالڪين الصالحين شاه عنايت الله قدس سره سنڌ ۾ صوفي طريقي

جا بائي ها. حضرت صوفي صاحب منصور بن حلاج مثل محبت جي محراب تي ڪلهنئون ڪنڌ ڪوري ڏنو. سندن شهادت جي لڳ ڪا ابا رينڌ واقعي کي فقير عبدالقادر معروف به فقير قادر بخش المتخلص بيدل قدس سره پنهنجي تصنيفات ۾ اهايت دل پڄائيندڙ لفظن جي موتين ۾ جوڙيو آهي. فقير صاحب ان هولناڪ حادثي کي "معزي اقيامت" سڏين ٿا. صوفي صاحب جي درگاه حضرت ميرانپور ۾ جهوڪ شريف جي نالي سان مشهور آهي. جتي هر سال وڏو ميلو لڳندو آهي. حضرت جن جي روضي پاڪ تي شاه عبداللطيف گهوٽ پتائي قدس سره به زيارت ڪندو هو.

## مير جان الله شاهه

سائين عنايت الله شاهه کي هزارين مريد هئا؛ جن ڪل چاليهه خليفا هئا جن ۾ چوڏهن وڏا هئا جي به وڏي ڪرامت ۽ ڪماليت جا صاحب هئا. انهن چوڏهن خليفن جو سرڪردو حضرت مير جان الله شاهه رضوي بخاري سهڻ روهڙي وارو هو. هي صاحب به وڏي

ولايت ۾ علميت جا صاحب هئا. سندن ”ديوان مير“ × ۽ ”ديوان عاشق“* ٻه ڪتاب مشهور آهن. پاڻ ڏاڍا مجاهد، مرتاض ۽ متشرع هئا. قرآن شريف هٿ سان لکندا هئا ۽ ان جي مدائيءَ (وڪري) تي گذران ڪندا هئا.

سندن مريد هند سنڌ ۾ پکڙيل هئا. ويندي خراسان تائين. سندن هڪ مريد غلام رسول پٺاڻ وڏارو ويٺل خراسان جو فيض جو صاحب هو. هن فقير مريدءَ ڪاپوءِ سمورو اسباب خدا جي راهه ۾ خيرات ڪري اچي مرشد جي خدمت ۾ رهيو ۽ فيض پاتائين. ڪجهه عرصي بعد مير صاحبن کان وطن ورڻ جي اجازت طلبيائون جا کين ملي. وڃڻ وقت مير صاحبن کين فرمايو ته توکي خراسان وڃڻ سان غلام محمد ملندو جو تنهنجو مريد ٿيندو. ان جو مريد وري سيد عبدالوهاب شاهه جيلاني پاڳاري وارو ٿيندو. تون پنهنجي مريد غلام محمد کي وصيت ڪجه ته

× هيءَ ڪتاب ديوان نرملداس سچا نسنگهاڻيءَ سنڌ جي مشهور عالم سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. ڪتاب جو نالو ”نوراني تجليات“ رکيو اٿس ۽ پاڻ هيءَ صاحب خود انهيءَ گهراڻي جو طالب آهي.

* ”ديوان عاشق“ هن بندي (مون) سارو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري رکيو آهي.

پنهنجي مريد عبدالوهاب شاهہ کي وصيت ڪري ته پاڳه ناريءَ کان روهڙيءَ وڃي، اسان جي مسند جي سجاده نشين کي امانت ڏئي اچ ته ان وقت ڏاري اسان جي گاديءَ تي امانت نه هوندي-

سندن روح جو هماءُ پڪي ٦ ربيع الاول ١١٦٧ هجريءَ جي هن مجازي محلات جي ڪنگرن تان پر چنڊي لامڪان ڏانهن پرواز ڪري ويو-

مير جان الله شاهہ جي وصال بعد سندن وچين پٽ مير قلندر علي شاهہ کي امانت ملي جو به ڪامل فقير هو- سندن هن جهان مان هجرت جي تاريخ ١٦ جمادالثاني سنه ١١٨٧ هجري آهي-

مير قلندر علي شاهہ جي وصال بعد مير جان الله شاهہ جو فرزند سجاده نشين ٿيو جن جو اسم شريف منور علي شاهہ هو، کين ڇهه فرزند ٿيا- سندن وفات ١١٩٩ هجريءَ ۾ ٿي- مير منور علي شاهہ ساءِ بعد سندن وڏو فرزند مير فتح علي شاهہ مسند تي ويٺو- هن صاحب وٽ امانت ڪا نه هئي سو عبدالوهاب شاهہ پاڳه ناري وارو، مرشد جي وصيت موجب مير صاحبن کي امانت ڏيڻ آيو- سيد عبدالوهاب شاهہ مير فتح علي شاهہ جي خدمت ۾ سمورو احوال پيش رکيو جنهن تي مير صاحبن فرمايس ته اسان وٽ فيض ڪونہ آهي ڇا، جو اوهان ڏيڻ آيا آهيو؟ شاهہ عبدالوهاب فرمايو ته قبلا! اوهان اسان جا مرشد

آهيو ۽ اسان کي اوهان جي چائنت تان فيض عنايت ٿيو آهي - اسان کي ڇا مجال جو اوهان کي امانت ڏيڻ سگهون - ائين چئي موڪلائي اتي هليا - مير جان الله شاه وچين، مير فتح علي شاه جي اندي پاءُ جو اها خبر پڌي تهن ٻڪسي وڃي شاه عبدالوهاب جي معافي کي کلهو ڏنو - (شاه صاحب هميشه معافي تي سواري کندا هئا). مير صاحبن جو کلهو ڏيڻ ۽ شاه عبدالوهاب سائين جو فرمائڻ ته معافو جهليو، ڇو ته مرشدن جي اولاد مان کنهن اڃي کلهو ڏنو آهي - پاڻ معافو رکائي مير جان الله شاه کي پاڪر پائي فرمايائون ”جاني ميڏي داکوئي نهين ٿاني - جاني آيا“ الغرض سيد عبدالوهاب شاه مرشدن جي فرمودي مطابق مير صاحب کي فيض ڏنو - ميرجان الله شاه، شاه صاحب کي پاڻ وٽ ڇهه مهينا رهايو - انهيءَ ڏاري شاه صاحب پنهنجي نياڻيءَ جو سڱ به ساڻ ميرجان الله شاه صاحب جي وڏي فرزند مير جمن شاه کي ڏنو شاه عبدالوهاب کي شاهه شاهان ڪري سڏيندا آهن ۽ ميرجان الله شاه کي ميرجان الله شاه وچون سڏيندا آهن -

شاه شاهان ساڻ اهي ڇهه مهينا روهڙيءَ جي پاڙو لڪيءَ سمريءَ جي مسجد ۾ رهندا هئا ۽ هر جمع تي وعظ ڪندا هئا.

سبحان الله! سندن زبان مبارڪ ته سيف الرحمن

هئي. وعظ شروع ڪرڻ کان اڳ فرمائيندا هئا سڻو وي بندا! اهو مڙو آلاپ جنهن جي ڪن تي پوندو هو سو پڻ ٻٽي ٻهي ويندو هو. انسان هجي يا حيوان پکي هجي چا پرندو مطلب ته ان هنڌ ڪا جو اٺو اٺو به اها عرفان واري واڻي، رندي رمز سڻي الله ۾ مگن ٿي ويندو هو. وقتي ڪي عورت به اهو مڌر ۽ سريلي تان ٻڌي، دلو مٺي ٿي هوندي به سن سنائي ۾ اچي ٻهي رهندي هئي ۽ وعظ پوري ٿيڻ تائين ويٺي هوندي هئي ۽ اهڙي هئي سندن زبان جي ڪشش ۽ تاثير گويا مقناطيسي اثر هو. هڪ ڏهاڙي فقير محمد محسن ۽ فقير بيگ محمد جي پاڻ ۾ سنگا سوٽ هئا ۽ ذات جا قريشي هئا اچي شاهه شاهان جا مريد ٿيا. هو ٻئي گڏجي روهڙي شهر جي ٻاهران پيڪي ٽڪري تي، جتي هينئر ڊپٽي صاحب جو بنگلو آهي، ان جي پرسان واري ٽڪري تي ويهي الله سائين جو ذڪر ڪندا هئا. آخر هڪ ڏينهن فقير محمد محسن جو مراقبو کلي پيو ۽ ڪيس سمورو دلي مطلب حاصل ٿيو. اها خبر جڏهن فقير بيگ محمد کي پئي تڏهن ته فقير بيگ محمد سوچيو ته اهڙي جيئڻ کان مرڻ ڀلو آهي ته هن ڪري پاڻ کي ٽڪري تان ڪٽي اڇلايائين. مرشد سندس سچائي ۽ صدق ڏسي مٿس مهر ڪري ان ئي ه دلي اڃا سڀ ڪيس يعني مراقبو کلي پيس. ٿي ڏيڍ مهل

هيٺ زمين تي پر پر سدا ٻيهي رهيا - اها ٽڪري اڄتوڻي منجهه آهي جو پاڻ ڪيرائڻ سان ڪو مشڪل بچي - اها سڀ سندن مرشد جي مهرباني هئي -

## فقير قادر بخش جي ولادت جو احوال

هڪ ڏينهن فقير محمد محسن پنهنجي مرشد کي عرض ڪيو ته قبلا! ٻانهي کي ڪو فرزند دلبند ڪونه آهي سو دعا ڪجي - پاڻ فرمايائون انشاء الله تعاليٰ! اوهان کي اهڙو فرزند ڄمندو جو شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت جو صاحب ٿيندو مگر هڪ پير البت ضعيف هوندس - جڏهين شاهه شاهان ڇهه مهينا روهڙيءَ ۾ رهي پاڻ ٿاريءَ اُسهيا تڏهين فقير محمد محسن جي پاڻهن مير صاحب جان الله شاهه وچين کي سونپي ۽ مير صاحب جو کيس خليفو مقرر ڪيو - اها خلافت اڄ ڏينهن تائين قائم آهي - *

* هن منجهه سچي بيان مان اهو معلوم ٿو ٿئي ته حضرت صوفي صاحب شاهه عنايت الله جن سان فقير بيدل جو تعلق ڪيئن ٿيو، حضرت شاهه شاهان روهڙيءَ ۾ چالاءِ آيا ۽ فقير بيدل صاحب جي گهراڻي کي خليفي جي خطاب سان ڇو نوازيو ويو.

ٿورن گهڻن ڏينهن کان پوءِ فقير محمد محسن جي گهر هڪ ڇٽيهه لڳو ڇوڪر ڄائو. ولادت ۾ ڪجهه دير پئي ڇو ته ان ٻيگر جا ٻئي پير مڙيل هئا مگر جڏهن شاهه خيروند بادشاهه آيا ۽ هڪ پير سڌو ڪيائون تڏهين تولد ٿيو. ناظرين اڳيان جنسي روايت رکائون جنهن مان مٿين ڳالهه پڌري آهي.

هڪڙو درويش جو شاهه خيروند بادشاهه جي درگاهه ۾ مراقبو ڪري ويٺو هو تنهن کي مراقبي ۾ معلوم ٿيو ته شاهه خيروند صاحب خليفي محمد محسن جي گهر ويا آهن ڇاڪاڻ ته اتي هڪڙو ڇوڪر ڄمڻو آهي. جنهن جا ٻئي پير مڙيل آهن ۽ شاهه سائين هڪ پير سڌو ڪري ويا آهن ٻيو اوٺين قائم رهندو. درويش اهو احوال مراقبي ۾ پائي موٽيو ته ته دڳ ۾ شاهه خيروند بادشاهه گڏيس. احوال پڇڻ تي فرمايائون ته هائو! هڪ پير سڌو ڪري آيا آهيون، باقي ٻيو ساڳيو رهندو جو نشان آهي ته روهڙي شهر جو جهنڊو ٿيندو. خليفي محمد محسن کي شاهه شاهان جي دعا موجب پٽ ڄائو ۽ سندس نالو ڄمڻ وقت عبدالقادر رکيو ويو. فقير عبدالقادر جڏهين بلوغت کي رسيا تڏهين پنهنجو نالو فقير قادر بخش سان مشهور ڪرائڻ لڳا ڇاڪاڻ ته سندن نالو حضرت غوث الثقلين قطب الدارين مولانا حضرت محبوب سبحاني عبدالقادر جيلاني

رحمة الله عليه جي اسم مبارڪ جهڙو هو. چون ٿا
ته جڏهن فقير قادر بخش جن تولد ٿيا ته ناري مڇڻ لاءِ
چاڪون هٿ نٿي آيو تڏهين ان چانول ٻار فرمايو
ته ابا! چاڪون پينگهي ۾ پيو اٿو. چانول ٻار جي
ڳالهائڻ حاضرين ۾ حيرت ۽ هراس پيدا ڪيو.
انهيءَ وقت خليفو محمد محسن سيد ميرجان الله شاهه
جن جي ڪچهريءَ ۾ هو. اتي هڪ شخص اچي خبر
ڪئي ته فقير صاحب جي تولد ٿيڻ
جي مبارڪ هجيو، فرزند ڄايو اٿوَ پر هڪ پير منڊيل
اٿس. اهي لفظ ٻڌڻ شرط مير صاحب زبان مبارڪ
مان فرمايو ته "ابا! منڊو نه چئوا هو روهڙيءَ شهر جو
جهنڊو ٿيندو." خليفي جڏهن فقير صاحب جي ڳالهائڻ جو ٻڌو
ته چوڻ لڳو ته خوف نه ڪريو، هي دعا جو اثر آهي
۽ گهر اچي پاڻ ٻار کي اهڙن ڪمن ڪرڻ کان منع
۽ تاڪيد ڪيائون. سندن جنم ١٨١٤ عيسوي مطابق
١٢٣٠ هجريءَ ۾ ٿيو. فقير صاحب پشت به پشت اصل
رهاڪو روهڙيءَ شريف جا هئا.

## فقير صاحب جي ٻالاپڻ ۽ علم پرائڻ بابت

فقير صاحب پاڻ فرمائيندا هئا ته اسان جڏهين ماءُ
جي پيٽ ۾ هئاسي تڏهين گهر ۽ سڄي شهر ۾ جيڪي
ٿيندو هو سو سڀ ٻڌندا هئاسين. انهيءَ ٿهيءَ ۾
پاڻ فقير صاحب درياهه تي تڙ ڪرڻ ويندا هئا ته

پهرن جا پهر سنڌ والديءَ ۾ غرق هوندا هئا. ٻاهريان
آدمي سمجهندا هئا ته ٻڌي ويا آهن، تنهنڪري ونئي
هاءِ گهوڙا ڪندا هئا؛ تڏهين ٻاهر نڪري ايندا
هئا. هميشه انهيءَ طرح ڪرڻ ڪري ماڻهن جي
دلين تان ٻڌڻ جو ڀرم نڪري ويو. مرحوم قاضي
غلام محمد جو چوڻ آهي ته هي احوال هيئيون ٻارڻ
فقير صاحب فرمايو هو؛ جو عرض ۾ پيش رکان ٿو:-

فرمايائون ته اسانجي والد صاحب اسانکي
پنجن ورهين جي ڄمار ۾ استاد وٽ پڙهڻ لاءِ ويهاريو
مگر ٻارهن ورهين جي عمر تائين اسانکي هڪ
"الف" جي اکر ڌانسواءِ ٻيو ڪو اکر ياد نه هو.
اسانجي استاد کي پوري پڪ هئي ته غبي طبع
ڪري اسانجو پڙهڻ مشڪل ۽ محال آهي. تنهن
هوندي به والد صاحب جي چئي موجب روز استاد
وٽ ويندا هئاسون. فقير صاحب خدا جي وات ۽
رياضت جي راهه پنهنجي والد صاحب جي وقت ۾
مير جان الله شاهه وچين کان پئي هئي.

## مير جان الله شاهه وچين جو ڪجهه احوال ۽ سندن خليفا

مير جان الله شاهه وچون وڏو ڪامل، سخي،
عارف ۽ صابر ولي الله ٿي گذريو آهي. مير صاحب
جا هزارين مريد هئا. شاهه شجاع خراسان جو بادشاهه

۽ سندن مريد هو. سندن اها روز مره جي چال هوندي هئي، جو رات جو روز بروز هڪ آڌ مڻيءَ هٿ روهڙيءَ جي مسجدن ۽ مقامن ۾ مسافرن کي ماني پهچائيندا هئا - ساري شهر جي سڌ لهندا هئا ته ڪو بکيو ڍڪيو ته نه سمهيو آهي.

سندن هڪ واقعو پيش رکان ٿو جو فقير قربان عليءَ پاڻ فقير بيدل سائينءَ سان ڪيو هو، جو ته پاڻ ۾ تمام گهرا دوست هئا. فقير قربان علي وڏل ٽنڊي مير محمد حسن خان جو، مريد درازن واريءَ درگاهه جو، چڱو ڪامل فقير ٿي گذريو آهي. سو احوال ٿو ڪري ته عمر جي اول ۾ مون تي خدائي عشق جو جوش ۽ غلبو گهڻو هوندو هو جنهنڪري مستانو ٿي گهندو رهيس - هڪ ڏينهن روهڙيءَ جي ٻاهران نون قبن وٽ هڪ جبل جي چر ۾ فجر جو اچي ويٺو هوس - ساري ڏينهن جي گذرڻ بعد، رات جو هڪ ماڻهون آيو جنهن سڏ ڪيو: ”قربان علي فقير ٻاهر هليو آءُ“ حيرت وٺي ويم ته مونکي هتي وهندو ڪنهن ڪين ڏٺو هو، سو هي شخص ڪيئن ٿو سڏي. آخر ٻاهر نڪري آيس ۽ ڏٺم ته هڪ آدمي ٻه پيا ڪٽان ٻوڙ مانيءَ جا کڻي بيٺو آهي. مونکي چيائين ته هيءَ ماني مير صاحب تنهنجي لاءِ ڏني آهي. پڇيو مانس ته ڪين منهنجي ڪيئن خبر پيئي؟ چيائين ته مونکي وڌيڪ خبر نه آهي فقط مير صاحب فرمايو ته فلاڻي غفا ۾

قربان علي فقير ويٺو اٿي جنهن ۾ ويلا ماني نه کاڌي آهي سوان کي ماني ڏيئي اچ. مٿين واقعي مان سندن بلند مرتبي ۽ سخاوت جي خبر پوي ٿي. سندن ڪرامتون انيڪ آهن، هي هڪ مشت نمونه خروار آهي.

## سندن خليفي فقير محمد محسن جي پڇنديءَ جو هڪ تحفو

مير جان الله شاهه جي وقت ۾ مير علي اڪبر شاهه جو حضرت شاهه شاهان جو ڏوهٽو هو سو ناچاڪ ٿي پيو. سندن مقرر ٿيل حياتي پوري ٿيڻ تي هئي؛ جنهنڪري مير صاحب گوڙ ۽ غم کان اندران نڪري ٻاهر اچي اوطاق ۾ ويٺا. اها حالت ڏسي محمد محسن صاحب ڪاڻن پڇيو ته قبلا سائين! غمگينيءَ جو سبب ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون ته صاحبزادو علي اڪبر شاهه سخت بيمار آهي ۽ بچڻ جي اميد نه آهي. ان تي خليفي عرض ڪيو ته قبلا هي بندو رات الله سائين جو ليکو جاچيندو ۽ پرڀات جو سائينجن اڳيان سمورو احوال عرض رکندو. پاڻ فرمايائون ته چڱو.

ورندي فجر تي خليفو فقير محمد محسن اچي عرض ڪيو ته سائين! رات جو الله جو دفتر جاچيم ته صاحبزادي جي عمر پوري ٿيل هئي. وري ڏٺم ته بندي جي حياتي ٻارهن ورهيه باقي آهي؛ تنهن مان هڪ سال

رنجهه ڪنهن جو ڪيڏي ڏار ڪيم ۽ باقي ٻارهن
سال صفا صحت جا صاحبزادي جي ڪالي لڳي اٿم.
اها فقير قادر الله سائينءَ جي دفتر ۾ ڪري آيو آهيان؛
هاڻي عرض آهي، ته قبول پوي. اهو سڻي؛ مير صاحب
تي گهڻرا پنهنجي خليفي کان تصديق ڪئي؛ ته اهو تو
دل وجان سان ڪيو آهي؟ جڏهين ٽيڪي لڳا قبوليائين
تڏهين پاڻ فرمايائون ته ابا چڱو. پوءِ خليفي صاحب
عرض ڪيو ته اجازت ملي ته ٻئدو وڃي گهر سمهي؛
صاحبزادو چڱو ڀلو ٿي اٿي وهي. پاڻ مير صاحبن
کيس موڪل ڏني جو گهر وڃي ٻارهن مهينا سالله
کٽولي تي سمهيو ۽ وري سنڌين لڳين نه اٿيو.

مير علي اڪبر شاه ٻارهان ورهيه برابر حيات
رهيا. چون ٿا ته ڪڏهين ڪين مٿي جي سور جي به
تڪليف پيش نه آئي، سندن وصال جي تاريخ ۱۲۵۹
هجري آهي.

خليفي محمد محسن جي وصال کانپوءِ؛ فقير بيگ
محمد مير صاحبن جي خدمت ۾ رهيو. فقير قادر
بخش جي عمر انوقت ۲۹ سال کن هئي ۽ پاڻ فقيري
خيال جي ڪري زماني جي ڌنڌن کان فارغ هئا.
هاڻ خليفي بيگ محمد جي ڪماليت جو ڪجهه احوال
پيش رکجي ٿو:-

ماستر محمد رمضان مرحوم فرمائي ٿو ته اسان
آخوند عبدالله وٽ سنڌس اوطاق تي پارسي

پڙهندا هئا سين ۽ جا اوطاق فقير صاحب جي گهر جي لڳ آهي. هڪ دفع سياري جي موسم هئي جو فقير بيگ محمد تڙ ڪري اندر ڪوٺيءَ ۾ ڪل تي وار پٽي سڪا يا ۽ وار سڪائيندي کين اهڙي ڪا محويت اچي، ويئي جو وارن کي اچي باھ لڳي. جڏهن وارن سڙڻ جي بوء اسان شاگردن منجهان ڪنهن هڪ کي پهتي، تڏهين ان شاگرد جي خبردار ڪرڻ تي سيئي شاگرد آخوند صاحب سميت پاڻي کڻي اٿيا سين. جڏهين مٿان پاڻي پلٽيوسين تڏهين سجاڳ ٿيا ۽ پڇيائون ته ابا ڇيو ته خير آهي. جنهن تي کين مٿين ماجرا ٻڌائي ويئي. اهڙي ڪماليت جو صاحب خليفو بيگ محمد تي گذريو آهي.

## قلندر شهباز جي فقير قادر بخش تي نوازش

ٻارهن ورهين جي عمر ۾ هڪ رات جو خواب ۾ فقير قادر بخش کي هڪ مست ۽ ملنگ فقير (لانگوٽ بند) اچي فرمايو ته اسان ڏانهن هليو اچ. ان تي فقير صاحب فرمائن ٿا ته اسانکي اک کلي وڃان سجاڳي ٿي ويئي، ڀر ڪو آدمي ڏسڻ ۾ نه آيو. اهڙيءَ طرح ٻيءَ رات به ٿيو ۽ آخر ٽئين رات ۾ ان ملنگ فرمايو ته اسين سيوهڻ ۾ ويٺا آهيون، سو اسان ڏانهن هليو اچ. ان ڪري صبح دم ڪنهن ا...

عزيز کي ٻڌائڻ بنان انهن مان جاڳي سڌا پنڌ تي آياسين چوڻ ان وقت ۾ سيوهڻ شريف ٻيڙيون اينديون وينديون هيون. روهڙيءَ کان سکر جو پاڙو هڪ ڪسيرو هر هڪ کان وٺندا هئا. سيد ۽ فقير کان معاف هوندو هو. اسانجو ته پير جي عاجزيءَ سبهان فقيري حال هو. آخر پنڌ لنگهي سيوهڻ شريف قلندر شهباز جي درگاه تي پهتاسي. اتي جنهن شيءِ جي جي گهرج پوندي هئي سا جهٽ ۾ حاضر ۽ هڪي تڪي هوندي هئي. حضرت قلندر لعل شهباز وڏا ور ڪيا. پوءِ ڪجهه عرصو اتي رهي ڳوٺ موٽڻ جي موڪل ورتيسون. مخدوم محمد اسماعيل صاحب پريا لوءِ جي درگاه جي زيارت ڪري روهڙيءَ آياسين.

سيوهڻ شريف ۾ شعر چوڻ جي به اجازت ملي جنهنڪري به شعر هڪ اردو ٻيو پارسي چيوسين جنهن ۾ تخلص ”بيدل“ رکيو ويو. سنڌي تخلص ڪٿي ”طالب“ به آهي.

فقير صاحب جي فيض حاصل ڪرڻ جو احوال مرحوم قاضي غلام مهدي جي روايت مان پڌرو آهي. قاضي صاحب جو چوڻ آهي ته مٿيون احوال مون کي فقير صاحب سبق پاڙهيندي ڪيو هو تنهن کان سواءِ فقير صاحب جن جي فيض عطا ٿيڻ جو

احوال جو مون وٽ درج آهي سو به پيش رکان ٿو.
انهيءَ ساڳي ڇمار ۾ فقير صاحب جن حضرت مخدوم
شاه حيدر حقاني جو روهڙيءَ ۾ هاڪارو ولي الله
هو؛ تنهن جي درگاه شريف تي اربع رات ڪان ٿي
راتيون وڃي رهيا هوا. پهرين رات ڪين خواب ۾
ارشاد ٿيو ته اوهين شاه خيرالدين بادشاه جي
درگاه شريف تي وڃو ته ان هنڌان اوهان کي پنج
روپيا روزانو ملندو. پاڻ فرمايائون ته اسان کي
پئسن جي لوڙ نه آهي پر فيض جي طلب آهي.
خميس رات به ساڳيو خواب ڏٺائون. ايئن جمع
رات خواب ۾ ڏٺائون ته ڏيهن آهي، پنهنجي شهر
۾ سير ڪري رهيا آهيون. ڪن پڇي ڇيو ته سکر مان
سيوهڻ شريف ٻيڙي تيار آهي؛ انهيءَ ڪري اسان
کي به اچي خيال پيو سو يڪدم پتڻ تي آياسين. ٻر
ٻيڙي اڳ ۾ اُهرائي هئائون، سو دلگير ٿي پوئتي
پي موٽياسين؛ ته درياه جي ڏاءِ تي بيٺل آدمي
اشارو ڪري فرمايو ته هيڏانهن اچو. اسان الي
وياسين ته اسان کي ڏوري ۾ همت وجهي ڪٽي مٿي
اهڙيءَ طرح اچلايائين جو ٻيڪيءَ وانگر اڏامندا
وڃي ٻيڙيءَ ۾ پياسين. انهيءَ ڏاري ويچار ٿيو ته
جيڪر اهو اسان پنهنجو ٻالو ڏسي ها. اينتري ۾
غيبي آواز ٿيو ”شاه عبداللطيف.“ انهيءَ حالت
جي خوشيءَ ڪري ننڊ مان جاڳي پياسين. آخر ٻئي

قٽي ۽ فقير صاحب جن شهر ۾ آيا ته معلوم ٿين ته برابر
ٻيڙي سکر مان سيوهڻ شريف ٿيار آهي. پتڻ تي
آيا ته ٻيڙيءَ جا پڳهه ڇوڙي ٻيڙيءَ کي هاڪاريو
هئائون. ان وقت کين ٻت جي کپڙن ۽ هڪ وڳي
کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونه هو. پاڻ دل ۾ سوچيائون
ته خواب ۾ شاهه عبداللطيف پڪي ڪري پهچايو هو،
هاڻ ڏسون ته ڪهڙو ٿو اپاءُ ٺهي. اڃان پچار پندا
پي پنڌي مونيا ته ڇا ڏسن هڪ شاهوڪار شڪارپوري
پنهنجي ڪاهرائيندو ٻيو اچي جنهن جو پڻ سيوهڻ
شريف وڃڻ جو ارادو هو. تنهنڪري فقير صاحب
پانيو ته متان ٻيڙيءَ ۾ پهچائڻ جو اهو وسيلو هجي ۽
سو موٽي ڪنڌيءَ تي آيا. انهيءَ پنهنجي هڪ ڏنگي
پاڙي تي ڪٽي. مير بحر پاڻ سان ڪنيائين انهيءَ
لاءِ ته وڏيءَ ٻيڙيءَ کي سنڌت پهان. انهيءَ جي
اوصاف ۾ فقير صاحب جن ۽ هڪ ٻه رهيل ماڻهون چڙهي وڃي
پهر ڏيڍ ۾ وڏيءَ ٻيڙيءَ کي پهچي ويا سون. خواب
جو خيال پورو ڏسي خوش ٿيا سون. جڏهن ڏينهن
ڪر موڙيا ۽ رات ڪر ڪنيا ته ٻيڙيءَ اچي ڪناري
تي لنگر هيو ۽ وڏل آدمي لهي ڪنڌي تي آئي ويٺا
پر فقير صاحب ٻيڙيءَ جي آڳر تي ئي ويٺا رهيا.
چاليهو ڪي راس هئي. چاليهن جي چڙهائيءَ کان
چار ئي ڏسيون اجاگر هيون. مالي ڪاٽڻ جو وقت ٿيو
ته اوچتو، هڪ ٻيو مرد مالي ۽ ڪبر جي ڏکي فقيرصاحب

اڳيان اچي آٽي رکي ان صفيد ريش فرمايو ته ھيءُ
کائو ۽ پيئو. وچ ۾ کا ڳالھ ٻولھ ڪين ھلي. جڏھن
فقير صاحب ماني کائي ۽ ڪير پيتو ته اھا لذت آھي
جنھن جو انت نه پارھو. ڪير پيئڻ سان ڪين ڪجھ فيض
پڻ عطا ٿيو. تنھن کان پوءِ اھو پيرمرد خالي ٿانو کڻي
ٻيڙيءَ تان لھي غائب ٿي ويو. پاڻ فقير صاحبن خيال
ڪيو ته اھو شخص جيڪر نالو ڏسي ھا. انھيءَ تي
جواب آين خواجه خضر انھيءَ کان پوءِ رات
ڏينھن جي ماني فقير صاحبن کي اھو پناڻ ڏيندو
رھيو. ٻان جو اچي سيوھڻ شريف پھتا. ٻيڙيءَ تان
لھي سڌو حضرت لعل شھباز جي درگاھ شريف ۾ آيا
جتي قران شريف مان کا سورھ پڙھيائون. جڏھن
پڙھي رھيا ته اچانک بيھوش ۽ بي خود ٿي ڪري
پيا. برابر ست ڏينھن روضي شريف ۾ مدھوشيءَ
جي حالت ۾ تاسيا ۽ بکيا پيا رھيا. درگاھ جا
مجاور دروازي محفوظ ڪرڻ وقت ڪيترا به حيلا
ھلائيندا ھئا ته به ھوش ۾ نه ايندا ھئا ۽ جي کڻي
ڪيترا به آدمي کين کڻڻ جي ڪوشش ڪندا ھئا نه
فقير صاحب کي کڻي به نه سگھندا ھئا، باوجود
جيتري ھٿڻ جي. ان ڪري لاچار ناچار دروازو
معمور ڪري ڇڏيندا ھئا.

جڏھن انون ڏينھن ٿيو ته انھا ۾ ساڳي ديوانگيءَ
جي دور ۾. انھيءَ کان پوءِ کين شعر چوڻ جو شوق

ٿيو جنهن ۾ به ڪلام هڪ اردوءَ هڪ پارسي
ڇپائون. ڪين مادري زبان ڳالهائڻ صفا وسري
ويئي؛ پر جيڪڏهن ڪو آدمي سنڌي ڳالهائيندو
هو ته پاڻ سمجهندا هئا، مگر جواب هر ڪنهن کي
سنڌس ٻوليءَ ۾ يا اردوءَ ۾ ڏيندا هئا. مطلب ته
ساريءَ دنيا ۾ جيڪي به علم ۽ ٻوليون آهن سي
سڀ اچي وٽن حل ٿيون. فقط سنڌي ڀاشا ڳالهائڻ
بند ٿين.

قلندر شهباز وٽان فيض عطا ٿيڻ جو ثبوت فقير
صاحب فقير قادر بخش جي ”سرودنامه“ جي
ڪتاب مان ملي ٿو جو ڪلام هيٺ ڏجي ٿو:-

## مناقب جناب حضرت قلندر لعل شهباز

دلا مت ڊر زحول روز محشر - پکڑ لي دامن ابن پيمبر
شهه شاهان عرفان دين پرور - قطب ارشاد عشاقان کا رهبر
مرا مرشد مکمل هي قلندر - حسيني حيدري سلطان سرور
قلندر چون محمد رهنما هي - قلندر چون علي مشکل کشا هي
قلندر نور حسن المجتبے هے - قلندر نسل شاه کربلا هي
مرا مرشد مکمل هي قلندر - حسيني حيدري سلطان سرور
قلندر جلوهٔ نور جليل ست - قلندر محرم سر خليل ست

قلندر شافع قلب علیل ست ـ قلندر یاور جان ذلیل ست
مرا مرشد مکمل هی قلندر ـ حسینی حیدرے سلطان سرور
قلندر آفتاب اولیا هی ـ قلندر مظهر سر صفا هی
قلندر صورت شیر خدا هی ـ قلندر محض ذات کبریا هی
مرا مرشد مکمل هی قلندر ـ حسینی حیدرے سلطان سرور
قلندر مخزن اسرار مولا است ـ قلندر مطلع انوار مولا است
قلندر منبع آثار مولا است ـ قلندر مجمع اطوار مولا است
مرا مرشد مکمل هی قلندر ـ حسینی حیدرے سلطان سرور
جمال اوست شکل شاه مردان ـ کمال اوست شمع راه مردان
خداست اوست عزو جاه مردان ـ جناب اوست زیارت گاه مردان
مرا مرشد مکمل هی قلندر ـ حسینی حیدرے سلطان سرور
قلندر سرور ابدال اوتاد ـ قلندر سر گروه اهل ارشاد
مریدانش زهر دو عالم آزاد ـ بوجه جاودانی خرم وشاد
مرا مرشد مکمل هی قلندر ـ حسینی حیدرے سلطان سرور

جي هہ ڪلام فقير قادر بخش قلندر شهباز جي
درگاه تي فيض ملڻ ڪانپوءِ چيا آهن سي هيٺ
ڏجن ٿا:-

## غزل اردو

دل وحدت طلب فارغ زقيد جسم وجان هوگا
ڪہ بيشڪ عاشقان دائم بملڪ لامڪان هوگا

اُڏر جا ڇوڙ ڪي پيرا جسم ڪا گهر پيا چاهين
ڪہ اوپر عرش اعظم ڪے تمارا آشيان هوگا

تا اس فرش خاڪي سي قدم چڙهہ جا فلڪ اوپر
ڪہ سات آڪاس همت ڪي آگي يڪ نردبان هوگا

جسم ڪي پروسي مت رہ رسم ڪي بات يون مت ڪهہ
صفت ڪون ڇوڙ آگي چل ڪہ بيچون وہي نشان هوگا

طلب مطلوب طالب ڪون هڪو ڪر جاڻ وحدت مين
ڪہ بحر ذات بيرنگي محيط بيڪران هوگا

جوئي اول سوئي آخر جوئي ظاهر سوئي باطن
خودي ڪو ترڪ مين جلدي سي مخفي سبهہ عيان هوگا

دوئي ڪو وهم سي بيدل ٽيرے دل گر هوئي فارغ
ظهورا ذات مطلق ڪا جهان چاهين اهان هوگا

## غزل پارسی

زاهدا از مسجد یکبار به میخانه درآ
عهد و پیمان شکن و طالب پیمانه درآ
تا شود بر دلت اسرار شهودی بکشوف
در شبستانهٔ توحید چون پروانه درآ
کرد کم همتی از رتبهٔ عشقت محروم
هین در این حلقهٔ باهمت مردانه درآ
نام و ننگ ارشودت مانع از مستیء عشق
عقل را خانه بهم برزن دیوانه درآ
چند در مدرسه خوانی سبق بی دردی
سوز از شمع بیاموز و بکاشانه درآ
مفتیء عشق بمخمور چنان فتویا داد
باده وجد کش و بیخود و مستانه درآ
جوشش عشق چو تکلیف باظهار کند
مهر بکشا زلب و زود در افسانه درآ
بیدل از ساغر منصور میء حال بنوش
والگهی بیخود در مجلس رندانه درآ

ڪجهه ڏينهن بعد فقير صاحبن حضرت لعل شهباز جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته وطن وڃڻ جي موڪل عطا ٿئي ۽ ديوانگي دور ٿئي. جواب مليس ته سڌو پير ڳوٺ وڃڻ سان جي پير محمد راشد جي درگاه تي رهندا ته ديوانگي ڇڏي ويندي؛ ۽ پوءِ اتان پرياڻوءَ وڃي حضرت مخدوم محمد اسماعيل صاحب جن جي درگاه تي ڪجهه ڏينهن رهندا ته شريعت حاصل ٿيندي. انهيءَ ارشاد بعد فقير صاحب سيوهڻ شريف کان سڌو پير ڳوٺ اچي ميان محمد راشد صاحب جي درگاه ۾ وڃي ويٺا. ڪجهه وقت بعد ميان پير محمد راشد صاحب جن فقير صاحبن کي ٻي دفعا فرمايو ته اول اوطاق مان گاديءَ واري صاحب وٽان ٿي پوءِ اچي وهو. (ٻه دفعا فرمان ملڻ سان ٻه ته اٿيا، ان ڪري جو اٿي وڃڻ ۾ ڪين راحت ٿي آئي.) فقير صاحب ٽئين دفعي چوڻ سان اٿيا ۽ سڌو مسجد ۾ ويا جا درگاه جي لڳ هئي. (اهو واقعو پير صاحب جي پراڻي ڳوٺ جو آهي؛ ڇو ته جڏهين هو ڳوٺ ٻڏي ويو هو تڏهين پير علي گوهر شاهه هيءُ نئون ڳوٺ ٻڌايو هو).

مسجد ۾ هڪ مولوي شاگردن کي وڏا عربي

ڪتاب وٺي پاڙهيا. فقير صاحبن کي تہ لدني علم عنايت ٿيل هو، جنهنڪري مولويءَ جون چڪون ڪيڻ لڳا. الهن غلطين ڪيڻ ڪري علم جو گفتگو هليو مگر مولوي صاحب پورا جواب نہ ڏيئي سگهيو.

اها خبر گاد يءَ جي ڌڻيءَ پير صبغته الله شاه کي پيئي. شاه صاحب کي اڳوات خواب ۾ معلوم ٿيو هو تہ هڪڙو فقير اچڻو آهي، وري وٽن ماڻهن جو مٿين روئداد پيش ڪئي: سو سڌو مسجد ۾ آيا. گفتگو بڌي مولويءَ کي فرمايائون تہ مولوي صاحب اسان کي تہ وڏا وعظ ڪندا آهيو پر هن فقير صاحب کي چون ٿا معقول جواب ڏيئي سگهو؟ مولويءَ چيو تہ هي لدني علم آهي: مون وٽ ظاهري علم آهي. ظاهري علم واري جي ڇا مجال جو علم لدنيءَ واري اڳيان بيهي سگهي. تڏهين پير صاحب فقير صاحبن کي فرمايو تہ ڪجهہ ڏينهن هت رهي اسانجي فرزند علي گوهر شاه کي ڪجهہ علم سيکاريو. فقير صاحبن قبوليو چوتہ پاڻ بہ انهيءَ ارادي سان ئي مسجد ۾ آيا هئا تہ مولوي صاحب کان گفتگو ڪري ٿن ڏيکاريجي تہ اسٽ رهڻ جو وجهہ ملي ڇا لاءِ جو ان

وقت اتي شريعت جو بلڪل زور هو ۽ سندن طبيعت
۾ ديوانگي جو دور هو. پوءِ پاڻ ڪجهه ڏينهن
اتي رهي پير علي گوهر شاهه کي رومي صاحب جي
مثنوي مان سبق ڏنا. انهيءَ وچ ديوانگي دور
ٿين ۽ فرض الڳي پر پور ٿين. مطلب حاصل ٿيڻ تي
موڪلائي پرياڻو ٿي آيا. اتي مخدوم محمد اسماعيل
جي درگاهه شريف ۾ رهيا جتي کين شريعت حاصل ٿي.
اتان موڪلائي روهڙي شريف ۾ اچي سڌو گهر ويا.
گهر جي ڏيڍيءَ تي کين والد صاحب مليو. پاڻ فقير صاحب
کين پيرين پيا. والد صاحب پڇين ته ڪٿي آيا؟ فقير
صاحبن چيو ته ابا سائين هائو. والد صاحب فرمايو
ته سياڻي استاد وٽ پڙهڻ وڃو. ٻئي ڏينهن مٿي
ڏيکاريل ۽ غزل لکي استاد وٽ وڃي کين ڏيکاريائون.
استاد بيدل تخلص ڏسي فرمايو ته هتان چار سو
ڪوهه پري اتر طرف پنجاب ملڪ آهي؛ جتي هڪ بيدل
نالي شاعر ٿي گذريو آهي جنهن جا هي ئي ڪلام
آهن. استاد جو ايترو ٻڌي کين اهڙو ڪو خيال
پيو جو اٿي جو الي ٽي غزل عربي، پارسي ۽ اردو
ڇپائون جي هيٺيان آهن:-

## غزل عربي بمعنيٰ

صرفت العمر جهلاً في الخطايا

خرچ ڪيئي تو ساري عمر جا هلپٽي ڪري خطائن ۾

حسبتک معجزاً خير البرايا

تو پاڻ کي خود ئي ڪري خلق ۾ چڱو سمجهيو

فقدت الوقت لم تحصل فلاحاً

تو وقت گم ڪيو ڪاميابي کي حاصل نه ڪيئي

ستلقاک المنية في المنايا

توکي اچي موت پهچندو خواهشن ۾

وما جاهدت فيما تکره النفس

تو جهاد اهڙو نه ڪيو جنهن ۾ نفس ڏکيو ٿئي

ستوقع في الغد بغتة في البلايا

تون ستين بلائن ۽ ڌوکي ۾ پوندين

علو الشرف في ترک الرياسة

وڏو شرف آهي رياستي جي ڇڏڻ ۾

فلا شرف لمن رکب المطايا

جو سوارين تي چڙهيو تنهن لا شرف نه آهي

فلا تنس البداية والنهاية

پنهنجو منڍ ۽ پڇاڙي نه وسار

اذا استکبرت عجبا" بالهوايا

جڏهن توکي خواهشن جي خوديءَ ۾ تکبر ٿئي

وکن في الحب ما تمهل غريقا"

محبت ۾ غرق ٿي جيترو ٿي سگهين

وحيد في الخلايق والزوايا

تنهائيءَ ۾ خلق ۾ اڪيلو هج

هو القادر علے ا تخريق حجب"

اهو حجابن قارڻ ۾ قادر آهي

لجري الروح انواع العطايا

چڱي روح کي طرحين طرحين جو عطائون ڪندڙ آهي

## غزل پارسی

عشقش نه منصبیست که هر خس بدو رسد
بلکه از هزار خاص یکی کس بدو رسد

سر رموز من لدن و علم وارداة
دورست زاین که فکر مدرس بدو رسد

این خرمن وجود نسوزد بقیل و قال
برقی مگر زعشق مقدس بدو رسد

مخمور و افتاده دل از دیده چشم مست
فرخ دمی که ساقیٔ مجلس بدو رسد

تنها بماندہ عاشق دلدادہ مدتی
سبب ای خدا که آن مه مونس بدو رسد

آن گنج بے نشان که کنایه ز وصل اوست
لطفے که دست کوشش مفلس بدو رسد

مقصود دور، راه دراز، مجال تنگ
یارب کرم که بیدل بیکس بدو رسد

## غزل اردو

همين اسرار وحدت کا نفي ا اثبات مين ديکها
سراسر نور بيرنگي ظهور ذات مين ديکها
نفي جب تک نهو هرگز نپاوي ذوق اثبا تي
اسي شطرنج کا هم جيتنا اب مات مين ديکها
کوئي جو هو رها عاشق الک بيچون منزه پر
اروپ اور روپ کا اُسني لقا لمعات مين ديکها
نهو اي بوالهوس راغب پيالي کا بر پندا ري
کہ جام و تيغ هم و الله سجن کي هاتھ مين ديکها
کسي منصور سي پوچها سبب انشاءِ معنيٰ کا
کها مين مطلب والا ابي اسمات مين ديکها
يہ بيدل سن "وفي انفسکم" اس معشوق همدم سي
کہ هم مصباح احديت اسي مشکات مين ديکها

انهن غزان جي چوڻ ڪري سندن استاد کي پڪ ٿي ته ظاهري علم جي ڪين غرض نه آهي، ڇو ته فقير صاحبن کي علم باطني عطا ٿيل آهي. ٻئي ڏينهن تي فقير صاحبن جي، والد صاحب کي گهرائي؛ استاد فرمايو: ته اي فقير محمد محسن اوهان جو نيڪ اسانجي پڙهائڻ کان زور آهي ڇو ته هن تي خدائي علم نازل ٿيو آهي. پوءِ فقير صاحب جن جي والد شريف استاد کي دستوري اُجورو ڏنو. انهيءَ کانپوءِ فقير صاحب اوطاق تي رهڻ لڳا. شهر نواسين کي حيرت لڳي ته فقير صاحب جن جو ڪجهه نه پڙهيا سو هيئر هر هڪ علم ۽ فن جا صاحب آهن ۽ شعر گوئي ۾ سڀڪنهن ٻوليءَ ۾ پيا ڪن. اهو حال ڏسي خلق جي رجوعات ٿيڻ لڳي. هڪ ڏينهن پاڻ اوطاق ۾ ويٺا هئا، ته هڪ هندستاني آدمي فقير صاحب جن جي ملاقات لاءِ آيو. گفتگو کانپوءِ ان ماڻهوءَ خدمت ۾ عرض رکيو ته مهرباني فرمائي پنهنجي چند شعرن مان هڪ شعر پڙهايو. پوءِ پاڻ سندي ٻوليءَ کانسواءِ هر هڪ ٻوليءَ مان هر هڪ چند غزل انهيءَ کي پڙهايائون. انهن جي پڙهڻ کانپوءِ انهيءَ کي سندي

شعر ٻڌڻ جي چاهنا اندر ۾ اٿين ٿي. جنهن تي پاڻ همدستالئي ۾ فرمايائون: جنهن جو مطلب هو ته سنڌي ٻولي وسري ويئي آهي. انهيءَ تي انهيءَ ماڻهوءَ وري عرض ڪيو ته توهان ٻي ڏڙڪ شعر شروع ڪيو ۽ ڪا ٻه اڱڪ ڪين ٿيندي. پوءِ پاڻ شعر چوڻ جو خيال ڪيائون ته سنڌي ڳالهائڻ ۾ آسان ٿي پيون ۽ يڪدم ڪلام چوڻ شروع ڪيائون.

پهريون سنڌي ڪلام جو چيائون سو هي آهي:-

ٿل:- نهين حاجت پڙهڻ پڙها وڻ دي - سڪ رمز وجود وڃاوڻ دي
نال دليل نه ليسي دلبر - عقل نه اوڏنهن ٿيسي رهبر
سمجهي مام ڪو صوفي بيسر - شاهي طبل وڄاوڻ دی
اکران دي وچ جوڻي اڙيا - عشق جي چاڙهي مول نه چڙهيا
اثباتي دا علم جو پڙهيا - موج انهان سر ساوڻ دي
جو انهيءَ بحر عميق وچ پوسي - دين ڪفر دا ورق ڌوسي
ساري سڌ انهين ڪون هوسي - ذات صفات سماوڻ دي
بارش برهه دي جنهن سر آئي - سوز عشق وچ جالي سدائي
بيدردان اون ڪل ا، ڪائي - درد ي دود دکاوڻ دي
بيدل وحدت دي ڳل من تون - وهم طلسم دوئي دا ڀهن تون
وچ عروج نزول دي گهن تون - لذت آوڻ جاوڻ دي

هن ڪلام پوري ٿيڻ بعد انهيءَ هندستانيءَ موڪلايو ۽ وڃڻ وقت فرمايائين ته آئينده سنڌي ڳالهائيندا رهو ۽ ڪوبه اڻڪاءُ نه ٿيندو. اهو هندستاني به ڪو اهڙو موڪليل هو جو اهو به فيض ڪري ويو. انهيءَ کان پوءِ ڪين حسن پرستيءَ جو خيال پيدا ٿيو.

## فقير صاحبن جو جوانيءَ جي آغاز ۾ سير

قاضي غلام محمد فرمائي ٿو ته هي هيٺيون احوال فقير صاحبن جي زبان مبارڪ مان ٻڌل آهي:- آغاز عشق ۾ اسان هڪ ڏينهن گهمندي گهمندي پڻهواري شهر ۾ وياسي جتي هڪڙي مولوي صاحب ويٺي شاگردن کي تلوت تو ليحه (عربي زبان جو آخري ڪتاب) جي عربي ڪتاب مان سبق پي ڏنا. سلام ڪري ويهي رهياسين. مولوي صاحب جو سبق ڏيڻ ۾ رڌل هو تنهن اسان ڏانهن ڪو ڌيان نه ڏنو. ان وقت اسانکي گيروءِ جو ٻه چڙ ڪلهن تي ۽ مٿي تي تاج هو (تاج ٽوپيءَ جو قسم آهي جو اڳ فقير پائيندا هئا.) پاڙهيندي مولوي صاحب ڪا پڇ ڪئي؛ تنهن تي اسان چيوسين ته اهو لفظ ائين ناهي. انهيءَ چوڻ ڪري مولويءَ جو خيال اسان ڏانهن ڇڪيو. جڏهين مولوي سبق پاڙهڻ کان واندو ٿيو تڏهين

اسان کان ٽالو ۽ رهڻ جو هنڌ پڇيائين. ڪيس ٻڌايوسين. صوفين وارو ويس ڏسي پڇيائين ته مريد ڪنهن جا آهيو؟ جواب ۾ چيوسين ته اسين مريد مير جان الله شاه روهڙيءَ واري جا آهيون. جنهن تي پڇيائين ته ڇا اهو جان الله شاه جو پاڻ خدا سڏائيندو هو؟ چيوسين ته برابر اهو. ان تي مولوي صاحب چيو ته جي خدا هو ته مري ڇو ويو؟ انهيءَ تي اسان جي طبيعت تي جذبي زور ڪيو. ان جذبي ۾ وراندي ڏئي پڇوسونس ته هي جهان ڪنهن جو آهي؟ مولوي چيو ته الله سائين جو. تنهن ڪانپوءِ چيوسونس ته اي موڳا مولوي! توکي ايتري به ڪل ڪانهي ته جنهن صورت ۾ ٻئي جهان الله جا ٿيا ته هن جهان ۾ رهي يا هن ۾ رهي؛ سندس مرضي. اسان جي انهيءَ چوڻ مٿس ايترو اثر ڪيو جو ذري گهٽ بيهوش ٿيو، ۽ اچي قدمبوس ٿيو. چوڻ لڳو اي درويش! مون کي انهيءَ رمزي راند جي پروڙ نه هئي، مون ته ساري حياتي گناهن ۾ گذاري آهي. پوءِ پاڻهن کان وٺي مسجد جي حجري ۾ وٺي هليو. در پٽي ڏيکاريائين ۽ چيائين ته مون هيترن سارن صوفين کي رنجايو ۽ ايذايو آهي. اسان ڏٺو ته ڪيترن فقيرن جا سامان ۽ حال ڏاڍا ڪلين ۾ ٽنگيل هئا (اهو مولويءَ جو دستور هوجو جيڪو فقير شهر ۾ ايندو هو ان کي مار ڏياري سندس وسلا کسي وٺندو هو.)

پوءِ چوڻ لڳو ته فقير سائين! اهي ٻاٻ مون
ڪيئن لهندا؟ جواب ۾ چيو سون ته اڄ کانپوءِ جيڪ
صوفي فقيرن شهر ۾ اچي، انهن کي دعوت ڏي
هڪڙڪ جا وسلا ڪري فقيرن کي ڏيندو وڃ. انهيءَ مان
جڏهين اهي سڀ شيون کپي رهنديون تڏهين تو
سڀ گناهه معاف ٿيندا. اڄ کانپوءِ ڪنهن به صو
مسڪوري کي نه ڏڪوٽج. ان کان پوءِ اسين ٻئي
خيال موٽي آيا سين.

ان مولوي صاحب جن جو فرزند مولوي عبد
عبدالقادر ٻنڀواريءَ وارو اڃا تائين حيات آهي
اهو مولوي فقير صاحب جن جي آخر عمر وارن
وقت ۾ ايندو ويندو هو.

## آغا پيرن جي درگاهه ميرانپور تشريف فرمائڻ

جنهن وقت ۾ حضرت ميرانپور عرف جهوڪ
شريف جي مسند تي صاحب ڪريم سائين ابراهيم
شاهه چوٿون سجاده نشين هو تڏهين فقير بيدل
صاحب ميرانپور شريف ۾ فيض حاصل ڪري رهيا
هئا. سندن عمر ان وقت ۳۰ يا ۳۵ ورهين جي هو
هئي. اڃان فقير صاحب درگاهه شريف ۾ ويٺا ئي ڪين
هئا جو صاحب ڪريم پنهنجن مريدن کي فرمايو
ابا جي ڪمهه ولئو الو ته ولبو ته هڪ مدڙو هو
الرادي اچي ٿو سومت ته پي ويندو پيو ڏڪڻين
پيرڪي ڪاڻ چڙهندو. تنهنڪري اهو وقت الوڪي ڪري

ان کانپوءِ فقير صاحب ڇهوڪ شريف آيا ۽
اتي ٿورا ڏينهن رهي روهڙي شريف موٽي آيا.

## سائين ابراهيم شاهه ڇوٿين جو احوال

هي صاحب پنهنجي والد صاحب شاهه عزت
الله سخي پير کانپوءِ حضرت مير الپورجي مسند تي جاءِ
نشين ٿيا. ان وقت ٻارهن عمر ۾ ننڍا هئا. جڏهين
وڏا ٿيا تڏهين دل ۾ خيال ڪيائون ته اسانجي والد
صاحب اسانجي ننڍپڻ ۾ وصال ڪيو هو، جنهنڪري
اسان کانئس خدا جي وات کان پڇي هئي. سو
جي هينئر مشائخن جو دم رکيوسين ته خدا کان
محروم رهڻو پوندو. تنهنڪري چڱو ائين ٿيندو
جو فقير محمد صديق کان پنڌ پڇجي ۽ ڇو جو اهو ڏاڍي
سائين شاهه فضل الله قلندر جو مريد آهي. ان
کانپوءِ فقير محمد صديق اهڙ شريف وارن کي عرض
ڪيائون ته مونکي مريد ڪريو. فقير محمد صديق
اهو ٻڌڻ سان روئي پيو ۽ صاحب ڪرڻن کي
چيائون ته هن مريد کي ڪهڙي مجال جو
اوهان کي خدا صاحب جي وات
ڏسي سگهڻ جو سمت ساري. صاحبن منٿس ڏاڍو
زور ڀريو تڏهن لاچار ۾ لاچار ٿي عرض ڪيائون ته

اوهان جي ڏاڏي سائينءَ جي امانت حاضر آهي.
ائين چئي ڪين خدا صاحب جي وات سليا ٿون.
سائين ابراهيم شاهه ڪي بنگلي تڏي چوندا هئا؛
ڇاڪاڻ ته، پاڻ هڪ ساديءَ بنگلي ۾ سدائين مجاهدي
۾ رهندا هئا فقط انهن پهرن ۾ ٽپهريءَ جو ٽڪري
ٽوري ڏير ٻاهر وهندا هئا. بنگلي تڏي اهڙي ته
رياضت ۽ مجاهدو ڪندا هئا جو جيڪا چلمچي وٽن
رکي هوندي هئي؛ سا جڏهين سندن مريد ٻاهر ڪڍندا
هئا ته سڄي رت جي ڳرڻ سان ڀريل پسندا هئا.
سندن گذران بلڪل مسڪيناڻو هو. دائما قناعت
۽ صبر جا قائل هئا. يعني ڏهه ڏهه ڏينهن ڪاڏي جو
اسباب ڪونه هوندو هو. سائين پاڻ، فقير، ٻانها ۽
صاحبزادا بکيا ئي هوندا هئا. اهڙي شدت جي
وقت ۾ به پنهنجن آدمين کي فرمائيندا هئا ته ٿانون ۾ خالي
پاڻي وجهي باهه تي رکو. اهو انهيءَ لاءِ ڪندا هئا
ته ڪو آدمي ڪوٺ ۾ اچي ته اهو گمان نه پوس
ته فقير وٽ ڪجهه نه آهي ۽ مريد متان الهيءَ پڄاڻ
تي ڪجهه آڻي ڏين. مانيءَ جي ساعت گذرڻ کان پوءِ
ٿانو ٽپا لاهي اونڌا ڪري رکندا هئا. هڪ فقير هڪڙي
ڏينهن عرض ڪيو ته سائين مهنجا! بکن ۽ فاقن
ماري رکيو آهي، جيڪر ڪنهن مريد کي ڪري لکو
ته ٻه ٽي سو آڌارا موڪلي ڏئي؛ ته گذر ڪجي ۽ پوءِ
اهڙو قرض ڪنهن وقت ادا ڪري ڇڏبو. الهيءَ

طرح ٻڪن جي هلڪائي ڏيندي. جواب ۾ بيت فرمايائون :-

بيت:- منگڻي سي مرنا ڀلا جو ترت نڪالي جيءُ
جي سک چاهين اپنا ته منگ نه پاني پيءُ

حيرت ۽ عبرت جي ڳالهه آهي ته ڇو ته سندن مريد سوين سڄڻ وارا ٻه هئا پر پاڻ اهڙي روش وٺندا هئا جو انهن کي خبر به نه پوندي هئي. ڀلا ائين گهوٽ پڻ چيو آهي :-

ٻڪ وڌائون ٻنگلي جوڳي ڪندا جڇ -
طلب نه رکيائون طعام جي او ٿيون پڻ اڄ
سناسين سيد چوي من ماري ڪيو مڇ -
سامي جهاڳي سڄ وڃي وسنوءَ کي ويجها پيا.

صاحب ڪرامت ۱۲۶۹ هه ۲۷ رمضان جي رحلت فرمائي.

## فقير صاحب جو مجاز ڪمائڻ

اسان اڳ ڏيکاري آيا آهيون ته هڪ هندستاني فقير بيدل بادشاهه وٽ آيو هو. ان جي صحبت ڪرڻ کانپوءِ فقير قادر بخش کي سنت نئي حسن پرستيءَ جو خيال ٿيو.

(۱) پهريندي فقير صاحب جي هڪ برهمڻيءَ سان دلي رغبت هئي. (اها براهمڻي روهڙيءَ جي هئي ۽ سندس گهر شاهي

بزار ۾ لعلو مل ڏوتيءَ جي دڪان سامهون هو.) انهيءَ مائيءَ جي عزيزن مان هڪڙي برهمڻ هن بيدل سان هيءَ هيٺيون حال ڪيو:-

"مونکي پنهنجن رشتيدارن مان معلوم ٿيو ته هڪ مسلمان درويش نالي قادر بخش لاڙو ڏوتيءَ واري دڪان تي ويٺو هوندو هو، جنهن وقت اها برهمڻي دريءَ کان اتفاقاً مٿهن ڪيندي هئي ته فقير صاحب جي واتان هڪدم " واه محبوب واه! " اکر نڪري ويندا هئا. جڏهين اها روبڪار گهڻا ڏينهن جاري رهي، تڏهن هن مائيءَ انهيءَ ڳالهه بابت گهر ۾ ذڪر ڪيو. اُن تي ڪجهه برهمڻ پاڙي ۾ گڏجي فقير صاحب وٽ ويا ۽ کين ڏاڍو دڙڪو ڏنائون ته وري جي اها حالت ڏٺي سون ته ٻاهر وڃي پوندا سون. انڪانپوءِ فقير صاحب جن خاموش ٿي پنهنجي جاءِ تي موٽي آيا. جڏهين اهي برهمڻ گهر پهتا مذڪور مائيءَ کي هڪدم اچي پيٽ ۾ ور پيو گهڻن علاجن ڪرڻ کانپوءِ به ڪو فائدو ڪونه پيس تنهنڪري سمجهائون ته شايد اهو سبب فقير صاحب کي رنجائڻ ڪري آهي. سڀ اُٿي هليا، ۽ ٻيءَ برهمڻ گڏجي فقير صاحب کان معافي وٺڻ آيا. عرض ڪيائون ته درد دفع ٿئي. فقير صاحب پاڻي پڙهي کين ڏنو جو پيارڻ شرط مائيءَ جو سور لهي ويو. ان کان پو وري شايد دڪان تي نه ويٺا."

(٢) انهيءَ کانپوءِ سنڌ ۾ اٺارو ڪرمچند ڀاڄ روهڙائيءَ
۾ هو. ان وقت اڃان انگريزن سنڌ فتح ڪا نه
ڪئي هئي. سنڌ ۾ چانوٽي سکر هئي؛ جنهن کي ڇيڙي
ڪري چوندا هئا. سکر شهر ٻڌل ڪونه هو. ڪرمچند
وٽي ڇيڙيءَ ۾ هٽ ڪيو هو جنهن ڪري سڄو ڏينهن
اتي رهي رات جو روهڙيءَ ايندو هو. انهيءَ ڪري
فقير صاحبن کي به لاچار ضرور ڇيڙيءَ وڃڻو پوندو
هو. ڏينهن گذاري شام جو واپس ويندا هئا. هڪ
ڏينهن جو ذڪر آهي ته فقير صاحب ڪرمچند جي
دڪان ڏانهن رستو وٺيو پئي ويا ته ان رستي ۾
هڪ لانڍيءَ مان آواز آين ته ”اي هادي الله! ميري
حال پر نظر رحم ڪرنا“ آواز ٻڌڻ شرط فقير صاحب
لانڍيءَ ۾ گهڙي ويا. ڇا ڏسن ته هڪ فقير کٽولي تي
سمهيو پيو آهي ۽ سارو ڦٽ ڦٽ آهي؛ جنهن مان
ڪينئان پئي سريا ۽ ڪريا. فقير صاحبن کيس ڏسي
چيائين ته ”اي هادي الله دعا ڪي نظر ڪرو.“ فقير
صاحبن ان فقير ڏانهن اشارو ڪيان ۽ ڏٺو ڇو ته
سندن مجازي خيال ڪرمچند ڏانهن هو؛ باقي زبان
سان هي فرمايائون ته ”الله رحم ڪريسين.“ اُتان
ڇڏي روانا ٿيا. وري شام جو اتان فقير صاحبن کي
آواز آيو ته ”هادي الله مهرباني فرماءِ ڪي اندر
آءُ“ آواز ٻڌي اندر ويا. ڏسن ته کٽ تي سمج

ٻڌل ڪشيل آهي، گل ڦل ڇٽڪاريا پيا آهن. ساري
لاڏيءَ مان هٻڪار پئي اچي ۽ ان فقير جي جسم
مان به مشڪ ۽ عنبر جي ٻوءِ پئي نڪتي.
اهو فقير ڪٽ تي ويٺل ڏسي فقير بيدل سائين جو
خيال ڇڪيو. انهيءَ فقير چيو ته ”آپ کي توجهه
سي ميرا خيال اڇها بن گيا هي، مهرباني کرکي
ذرا بيٺهئي“ فقير صاحبن وٽهي کانئس احوال
پڇيو. معلوم ٿيس ته اهو فقير الاهي الهام موجب
آيو آهي ته انگريزن کي سنڌ وٺي ڏي. ٻيو ته
انهيءَ فقير جو هڪڙيءَ ڪيريءَ سان مجاز هو جا
انهيءَ لشڪر ۾ رهندي هئي. انهيءَ کانپوءِ فقير
صاحب روهڙيءَ موٽي آيا، ڇپريءَ ۾ سارو ڏينهن
هندستاني ماڻهون ۽ صاحبلوڪ فقير سائينءَ جي رهاڻ
۾ رهندا هئا. هڪ ڏينهن ٽپهريءَ جو ڪين پاڻي
پيئڻ جو خيال ٿيو. حاضر مجلس ۾ اٽڪل سو کن
ماڻهون ويٺل هئا. هڪڙي پاڻي آڻي ڏنو ۽ پيئڻ
تي هئا ته هڪ هندستاني اٿي عرض ڪيو ته سائين!
هن بندي سارو هندستان گهمي ڏٺو آهي پر اوهان
جهڙو صاحب علم ۽ حليم ۽ فصيح ڪوئه ڏٺو. سو
اوهان اهڙا صاحب علم ٿي به ماه رمضان جا روزا
نه ٿا رکو، سا تعجب جي ڳالهه آهي. هي مهينو رمضان
شريف جو آهي. ان هندستانيءَ وراڻيو ته هاڻ ٻـ
جهڪڏهن اوهان شام تائين پاڻي نه پيئو ته ڏسي

جو روزي قبول پوڻ جي دعا آءٌ تو گهران - انشاء
الله الهيءَ دعا گهرڻ تي اچو ڪي ڏينهن جو روزو
قبول پوندو. فقير صاحبن فرمايو ته جي اهو روزو
قبول ڪرايو ته انشالا تعاليٰ اسين وري روزو نه
گسائيندا سون. انڪانپوءِ فقير صاحبن الدني علم جي
وسيلي معلوم ڪيو ته برابر اهو روزو درگاه ۾ قبول
ٿيو. ان ڪانپوءِ اهو پاڻي موٽائي ڏنائون ۽ شام
تائين ائين رهيا. البت پاڻي موٽائڻ ڪري ڪين
تڪليف اهڙي محسوس ٿي جهڙي ساري ڏينهن
جي پاڻي نه پيئڻ ڪري ٿئي. ان ڏينهن ڪانپوءِ
ساري عمر هڪ به روزو نه گسايائون. ان لانديءَ
۾ فقير صاحب جن صبح شام ان فقير سان ملاقات
ڪندا هئا جنهن ڏينهن سرچارلس نيپئر الهيءَ
چوڙيءَ ۾ پڙهو گهمايو ته سند انگريزن ورتي؛ ان
ڏينهن فقير صاحب سڪر وڃن ته ڏسن ته نه فقير نه
لانڍي ائي هئي - والله اعلم بالصواب فقير صاحب
ڪرمپنڊ جي مجاز جي وقت ۾ هڪ هنڌ اوطاق
تي نه ويندا. گهڻو ڪري سير ڪندا هئا يعني اڪڏهن
فقيرن جي صحبت ۾ ڪڏهن درگاهن تي ته ڪڏهن
جاه تي گذاريندا هئا. ان وقت ۾ محمد صديق
اهڙ شريف وارو شاه فضل الله، قلندر جو مريد
وهڙيءَ ۾ سيد غلام علي شاه جاگيردار جي اوطاق
تي اچي تشريف فرما ٿيا هئا. محمد صديق لن

ڏينهن پيرسن هو. مگر فقير صاحب جي جوانيءَ جو آغاز هو. فقير صاحب جن زيارت ڪرڻ ويا. ڪچهريءَ ۾ وڏا فاضل، اڪابر، سيد ۽ عالم به ويٺل هئا. فقير محمد صديق فقير صاحب کي ڏسي چيو ته هندو فقير اوري اچي ويهو ڇو ته، پاڻ ساداتن جي ادب کان پري ٿي ويٺا. جڏهن فقير صاحب ٻاهر آيا ته ڪن ماڻهن عرض ڪيو ته سائين فقير محمد صديق اوهان کي هندو ڇو سڏيو. پاڻ فرمايائون ته اسان جي خيال جي فنا هاڻ ڪرمچند هندوءَ ۾ آهي، ان ڪري هندو سڏيائون.

(مٿيون احوال جو راوي غلام مهدي مرحوم آهي.)

اهو سائيو ڪرمچند فقير صاحب وٽ عمر جي آخري وقت سوڌو ايندو ويندو هو. هينئر ان جو اولاد ڏوهٽو سيرو مل روهڙيءَ ۾ رهندو آهي.

(٣) ڪرمچند تان خيال ڪڍي وڃڻ ڪانپوءِ فقير صاحب جو مجاز غلام محمد شڪارپوريءَ سان ٿيو. نه فقير صاحب کي غلام محمد کانسواءِ قلب کي قرار هوندو هو ۽ نه غلام محمد کي فقير صاحب جي چارچشميءَ کان سواءِ راحت هوندي هئي. غلام محمد بهاني ڪڀالي شڪارپور کان ڪهي روهڙيءَ فقير صاحب لاءِ ايندو هو. غلام محمد جي مائٽن کي اها ڳالهه منظور نه هئي، ان ڇا ڪيو جو هڪ ڏينهن ڪيس اصل موڪل نه ڏنائون. فقير صاحب کي وهڻ واڪا نه ٿيو

سو سنڌ و شڪارپور آيا. جڏهين فقير صاحب جي اچڻ جي خبر فقير غلام محمد جي عزيزن کي پيئي ته غلام محمد کي ڪوٺيءَ ۾ پوري ڇڏيائون. فقير صاحب اهو حال ڏسي اتي ڪنهن ولي الله جي درگاهه تي ويا جتان جواب مليو ته جي هي لفظ چوندؤ ته غلام محمد ملاقي ٿيندو. فقير صاحب اچي ان ڪوٺيءَ جي ٻاهران اهي لفظ چيا، ته پٽ ڏري پيئي ۽ غلام محمد اڪري آيو. اها پٽ وري ساڳي بند ٿي ويئي. فقير صاحب غلام محمد کي وٺي روهڙيءَ پهتا. غلام محمد کي نه ڏسي سندس مائٽن کي حيراني ۽ پريشاني وٺي ويئي. ٻڌائون ته غلام محمد روهڙيءَ وڃي پهتو آهي؛ سو، وساهه ڄمين ته فقير صاحب شامل آهي. ان مٿين ڳالهه ڪري غلام محمد جي ٻانهن فقير صاحب کي ڪٽي سونپيائون. غلام محمد جي ٻانهن ملهه سان فقير صاحب هڪ جاءِ اوطاقي تي ويٺا.

فقير غلام محمد جي منزل جي خبر فقير بيڪس سائينءَ جي هيٺين مصري مان پوي ٿي -

"ٻه محبوب غلام محمد فقير مرغ لاهوتيءَ"

يعني ته غلام محمد لاهوت لامڪان تائين اڏامندڙ پکيڙو هو. ايتري قدر سندس منزل هئي. فقير صاحب فقير غلام محمد جي وصال جي تاريخ هيٺين بيتن ۾ قلمبند ڪئي آهي:-

۱- رفت از جهان غلام محمد مرا گذاشت
مرهون بحسرت و بتاسف اسیر هم
پرسید دل چون سال وفاتش ز فکر پاک
سالک نظر بگفت مصفا ضمیر هم

۲- چون غلام محمد رحیل زین عالم
بماند بردل محزون داغ درد و بلا

۳- آن مخلص غلام محمد چون زین جهان
با جان شتافته ملک سرمدی
کردم سوال سال وصالش ز عقل گفت
جاوید باد حاضر بجناب احمدی

۴- آن مخلص یگانه که خوشبود محبتش
رفت از جهان بماند بدل داغ حسرتش
مقبول حق غلام محمد که دور زد
خون شد دلم ز سوز غم و درد فرقش
یا رب دوام باد بحق حبیب تو
فیضان ابر رحمت بر خاک تربتش
جانش مدام غرق به بحر وصال دار
شاه ان نما بحویت نور وحدتش
شب چار شنبه نوزدهم آخرین جماد
رسته ز قید هستی تاریخ رحلتش
تاریخ ۱۹ جماد الاخر ۱۲۶۱ هجری

(٤) فقير غلام محمد جي وفات بعد فقير صاحبن جو خيال قاضي پير محمد سان اٽڪيو جنهنڪري پنهنجي اوطاق ڇڏي اچي قاضي صاحب جي گهر ڀر سان جاءِ مسواڙ ڪري ويٺا ۽ وصال به قاضي صاحب جي اوطاق ۾ ڪيائون -

پگمه دوارڪي (هڪ روهڙيءَ جي ڀرواسطا ۽ شريف ماڻهون) هن بندي سان ڳالهه ڪئي ته، اهو ڪو مهينو خالي نه هو جو فقير صاحبن سان قاضي صاحب ڪين رنو. پر رسندا ٿوري وقت لاءِ هوا. رسندا هئا نه فقط راتوڪي رات، وري ساڳائي پرتا رهندا هئا. فقير صاحبن جي صحبت ۾ اهڙي نه ڪا ڪشش هئي جو قاضي صاحب کي به مات ڪري وهڻ نه ايندو هو -

هڪ دفعي قاضي پير محمد فقير صاحبن سان رنو. سو، فقير صاحب جن بسترو کٽائي سڌو گهر آيا - رات گذري ۽ ڏينهن ڏيکاري ڏني ۽ فقير صاحب ٻاهر منهن پائي ويٺا هوا ۽ صحبتي هيٺ ويٺا هئا ته ان وقت قاضي پير محمد به لڪي لڪي فقير صاحبن کي ليئا ۽ جهاتيون پائي پيئي نهاريو. ڏٺون تي ويٺلن مان ڪنهن فقير صاحبن کي چيو ته قبلا! قاضي پيرمحمد

ٻاهر ٻيٺا آهن. پاڻ اهو ٻڌي منجهيو ئا ن
اٿي ٻاهر آيا ته قاضي صاحب ٻه اڳتي وڌي آيا
۽ وچڙيا مليا - اهڙي طرح جدائي سهي نه سگهندا
هئا. ڏس ته رنا پيا آهن، وري ڪري ڏس ته پرتا پيا آهن.
پل پل جو تماشو هو - ڪوئي ڪونه چئي سگهندو هو
ته وڙهيل ۽ رسيل آهن - وڏيڪ ڪو احوال ملي نه
ٿو سگهي باقي پاڻ چوندا هئا ته "قاضي ڪباب ڪيو
آهي." - فقير بيڪس سائين هڪ پارسي غزل جي
مصرع ۾ فرمائين ٿا ته -
" به قاضي پير محمد مست مجذوب خمار عشق."
يعني ته قاضي پير محمد مجذوب ۽ مست فقير هو -
قاضي صاحب جي وصال جي تاريخ فقير قادر بخش
چئي آهي جا هيٺ ڏجي ٿي :-

اول

چونکه قاضي پير محمد با هدا -
کرده اندر عشق حق جا نرا فدا
دل ز سال وصال او داده خبر -
گفت پروانه شمع خدا
(۱۲۸۵)

دوم

پير محمد مظهر فيض الله -

چون سوئي عالم بقا پيمود راه

هاتف از سال وصالش باز گفت -

در جهان جان گرفت آرامگاه

سوم

سالک طريق پير محمد که در زمان

گو برده در سلوک طريقت ز سالکان

با خاص و عام داشت راه خدمت و نياز

مي ديد نور جلوهٔ همه اوست را عيان

بعد از بلوغ علي الله سر نمود

سال چهل جدا از تن آمد بملک جان

سيوم شوال در شب يک شنبه نيم شب

دست از نشان شست دران بحر بي نشان

وقت عروج طائر روحش فرشته گفت

پرواز کرد نيم شب سوئي آشيان

## فقير صاحب جي شادين جو ذڪر

فقيرن صاحبن ٻه گهر نڪاح ۾ آندا هئا. پهرين گهر مان هڪ نياڻي هين. ٻيو گهر پرديسي آدمين مان نڪاح ۾ آندائون جنهن مان فرزند تولد ٿيا -

## سندن روز مره جي حالت

مٿي ذڪر آڻي چڪا آهيون ته فقير قادر بخش ۽ فقير غلام محمد جي مجاز جي وقت تائين، سيلاني تي رهيا، ۽ انوقت فقيرن جي صحبت ۽ درگاهن تي گهڻو وقت گهاريندا هوا. ان کان پوءِ هڪ هنڌ هڪ جاءِ مقامي تي ويٺا ۽ سدائين روزي نماز ۾ دل هوندا هئا. الهي وقت سندن سقيم حال اهڙو هوندو هو جو هڪ ماني تي اٺ آدمي گذران ڪندا هوا- بعضي ته ڪجهه به نه هوندو هون تڏهين به خير سان وقت ٽپائيندا هئا. جا شيءِ نه هوندي هئي ته ان جي موجودگيءَ لاءِ به رب کي سوال نه ڪندا هئا. سدائين پاڻي تي پيا رهندا هئا. جيڪي خدا ڪري سو واه واه! اٺ ئي پهر ڏڻي جي رهاڻ ۾ رهندا هئا جڏهين سندن محبت قاضي پير محمد سان لڳي تڏهين اوطاق ڇڏي اچي قاضي صاحب جي ڀاڙي ۾ رهيا. اتي به لمستائين اهڙو ئي مسڪين حال رهيو جيستائين، قاضي صاحب کي فرزند قاضي غلام حيدر ڄائو. قاضي صاحب جي صاحبزادي جي تولد بعد

ڏيڻو سو ٿيو نه ڪين جيڪڏهين ڪنهن چيز جو احتياج
ڪٽي ٿيندو ته هو ته اها هڪدم اچي حاضر ٿيندي
هئي يعني ته قاضي صاحب ۽ سندن اولاد کي ڪو به
بکيو يا فاقي جو اثر نه ٿيو. ان باري ۾ ناظرين
اڳيان هڪ بيان رکجي ٿو جو مٿينءَ ڳالهه کي وڌيڪ روشن
ڪري ٿو. ميان تصدق حسين شاه وڪيل پنجاب
(رهندڙ روهڙي) واري ڳالهه ٿي ڪئي ته آءٌ
مير علي مراد خان وٽ نوڪر هئس. هڪڙي ڏينهن
مير صاحب جي ڪم سانگي روهڙيءَ اچي پتڻ وٽ
گهوڙي تان لٿس. جهاز سکر واري پاسي هو سو
دل ۾ خيال هو ته سکر کان ٿي موٽ ٿي فقير صاحب جن
جي زيارت کان مشرف ٿي خيرپور موٽي ويندس.
اڃان اُتي ڪندي گهڙي ترسيس ته يڪدم دل ۾
اهو خيال اُٿيو ته اگر فقير صاحب جن
وٽان ٿيندو پوءِ ٿو وڃان. گهوڙو پلو اٿم، جيستائين
جهاز موٽي ايندو، تيستائين ٿي ايندس. پوءِ گهوڙي
تي لانگهه وراڻي فقير صاحب جن جي اوطاق تي
اچي لٿس. اتي هڪ عورت هٿ ۾ ٿالهي جهلي
ديوار سان ٽيڪ ڏيئي بيٺي هئي ۽ پاڻ هڪ هندو
ويٺا هئا. گهوڙي کي ٻڌي اچي قدمبوس ٿيس ۽
پنج آنا ڪڍي منجهه وٽ رکيم. مون وٽ اهو وقت
پنج آنا هئا. آءٌ وڃي ٿلهي تي ويٺس ته پاڻ ان
مائيءَ کي چيائون ته بابا! اچي هيءَ ڪڻو. فقير صاحبن

پئسن کي ڇھيو بہ ڪونہ. مائي پيسا کڻي بازار رواني
ٿي ويئي. اهو حال ڏسي حيرت وٺي ويم ۽ ان
ڳالھہ جو منجھہ ڪڍڻ لاءِ آند ماند ٿيم. سو سنت چرن ڇمي
اچي مائيءَ کان حال ورتم. مائيءَ هيٺين طرح سربستو
احوال ڪيو. چيائين تہ مان قاضي پير محمد جي
دروازي جي پورهيت آهيان. مون کي اندران
فرمايائون تہ فقير صاحب کان پنج آنا وٺي بزار
مان فلاڻي چيز وٺي آءُ. تڏهين اچي فقير صاحب
کي چيم تہ سائين فلاڻي شيءِ واسطي پنج آنا درڪار
آهن. فقير صاحب فرمايو اجھو آيا. آءٌ ٿوري دير
ترسيس تہ ٿون اچي پھتين ۽ پيسا اچي رکيءَ جي
کڻي شيءِ خريدڻ ٿي وڃان. ميان تصدق حسين شاہ
هميشہ چوندو هو تہ آءٌ انھيءَ ڏينھن کان افسوس
۾ آهيان جو زماني جي غرقابيءَ ۾ هئڻ ڪري اهڙن
اعليٰ روحاني هستين کان ڪي نہ پرايوسين.

## ڪاڌو ۽ پوشاڪ

ڪاڌو بلڪل سادو کائيندا هئا. ڳالھہ ٿا ڪن تہ
جيڪڏهين وقتي ڪھن سٺو ۽ سوادي ۽ رس ڀريو ۽
لذيذ طعام کائڻ لاءِ ايندو هو تہ ان ۾ پاڻي ملائي
بي سواد ڪري کائيندا هئا. ڪڏھن بہ خاص کاڌي
پيا جي لاءِ سندن دلي طلب نہ هئي ۽ باقي پٽ جي
ٿو تہ ڀوڳيءَ جي مٺي سا جام کائيندا هئا.

پوشاڪ بلڪل سادي اوڍيندا هئا. ڪڏهين به ڌوٻيءَ ڌوتا ڪپڙا نه ڪيائون - هميشه صابڻ ڌوڙ ۾ پر گهٽو ڪري، ڪار جا ٺهڪائي ڌوتل ڪپڙا ڪندا هئا. مٿي تي تاج (ٽوپيءَ جو قسم جنهن لاءِ مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون) پائيندا هئا.

پنهنجي روٽيءَ جو اڌ حصو هميشه گهٽو ڪري حاجڻشاه پر ڪڏهين حيدر حقاني ۽ ٻي ڪنهن ولي الله جي درگاه تي موڪليندا هئا ۽ اهو سندن پڪو نيم هوندو هو. سندن فقراه جو هڪ فقير نالي سليمان ڳالهه ٿو ڪري ته هڪ ڏينهن فقير صاحبن کي گهران ٽي ماڻيون ۽ ٻوڙ جو وٽو آيو. فقير صاحبن ماڻي جو اڌ حصو ڪري، ڌار ڪيو، مونکي ڏيئي چيو ته ابا هيءُ وڃي حاجڻ شاه جي درگاه وارن کي ڏيئي اچ. پر جڏهين جو اونهاري جا ڏينهن هئا سخت تمام ۽ ٻه لڳي هئي جام، پيرن ۾ بوٽ ڪونه هيو ۽ وڇوٽو دور پيو، ٻن پهرن جو وقت ۽ هئي گرمي سخت، ٿڪجي ڪري ماڻي ڪٽياچي مسجد جي پرسان حاجيءَ جمڙي جي دڪان تي ويهي ۽ کائي، ٿالو اچي رکيم. ٻئي ڏينهن ماڻي ڏنائون ته آهاڻ کائي ڇڏيم. آخر ٽئين ڏينهن ساڳي مهل ماڻي ڏنائون پر پهريائين مونکان پڇائون ته ابا سليمان! حاجڻ شاه فرمايو آهي ته اسانکي ماڻي نه ٿي پهچي. ٻڌاءِ ته ڪنهنکي ڏيئي

ايندو آهين. مون روئي عرض ڪيو ته سائين پير
سڙندا اٿم ۽ بک به ڏاڍي لڳندي اٿم ٿڌڪري
حاجي جهڙي جي دڪان تي ويهي ڪائي چڱ ئيندو
آهيان. فقير صاحب فرمايو ته اڙا حاجيا شاه فرمايو
آهي ته مالي جيڪڏهن اسانجي مجاورن کي نه ملندي
ته گويا اسانکي نه پهتي ۽ جيڪڏهن اسانجي ناني جي
شيءِ پيا کائي وڃن ته باقي اسانجا مجاور ڇا لاءِ آهن.
هاڻي ٿڌڪري اها مالي اوڏانهن ڏيئي اچ ته
قبول پوي.

پاڻ سدائين کوه جو پاڻي پيئندا هئا. دلو ۽
ڪونجي ڪٽوليءَ جي نزديڪ رکيل هوندا هوا. اڄ
لڳڻ سان پاڻ پوري پيئندا هئا. ٻئي ڪنهن کي
تڪليف ڏيڻ نه چاهيندا هئا. آخر عمر ۾ جيڪا ڪونجي
فقير صاحب ڪم آڻيندا هئا سا فقير سليمان مير بحر
وٽ هئي.

فقير صاحب جي اوطاق هيٺينءَ طرح ٺهيل هئي -
اوطاق ۾ ٻه تلها هئا. هڪ اندر ۽ هڪ ٻاهر. پاڻ
هڪ سادي ۽ ننڍين پاون سان جڙيل منجيءَ تي
وهندا هئا جا ٻاهرين پاسي ڏکڻ طرف پيل هوندي
هئي. ٻئي تلها اُهيءَ منجيءَ کان مٿي ٺهيل هوندا
هوا. تلهن تي پمس جا تڏا (ڏکون) پيل هوندا
هوا. سيدن، هندن ۽ مسلمانن مان جيڪي به وٽن
ايندا هئا سي سڀئي انهن تلهن تي اچي وهندا هئا.

## فقير صاحبن جو وصال

ڀڳت دوارڪو مل ڳالهه ٿو ڪري ته جڏهن فقير صاحب جي انتقال جو وقت ويجهو آيو تڏهن سخت بيمار هئا جنهن ڪري اهڙو ضعيف ٿي ويا هئا جو ضروري حاجت به ڪٽ پرسان هيٺ ڪندا هئا. جيڪڏهن اٿڻ جو خيال ڪندا هوا ته به ٻيو ماڻهون کين اٿاريندو هو. اهڙو وقت انهيءَ تڪليف هيٺ رهڻ جو هي سبب هو جو قاضي پير محمد سندن معشوق ڏاڏن اڳ وصال ڪري ويو هو ۽ سندن ٻارن ۽ گهر جو بار مٿن هئڻ ڪري اندران دروازي تان اجازت نه ملندي هئي. انهيءَ موڪل وٺڻ لاءِ ٻه دفع ماڻهن جي ميڙ موٽي چڪي هئي. اندران دروازي تان اهو جواب ملندو هو ته قاضي صاحب به وصال ڪري ويو، ۽ هاڻي جي فقير صاحب به موڪلائي ويندا ته هي اڪيلا نڌر ڪيئن ٿيندا؟ آخر ٽئين دفعي سعيدن جي ميڙ ويئي جن جي ٻار ڪري موڪل ملي. ان کاپوءِ هڪڙي وقت فقير صاحب جن کٽولي تان اٿي دروازي تائين آيا ۽ سندن خدمتگار به ساڻن پٺيان دروازي تائين آيو. اهو ماڻهون ڇا ڏسي ته هڪڙو شخص گهوڙي تي سوار آهي ۽ ٻه ماڻهو پاسن کان به اٿس. انهيءَ نوراني چهري واري شخص الان ٻئي هٿ مٿي ڪيو. فقير صاحبن دروازي وٽ ٻئي ڪنڌ جهڪايو. پوءِ

پاڻ واپس تي ڪٽ تي آرامي ٿيا. انهيءَ ماڻهون
جي زور پرڻ تي فرمايائون ته ابا! قلندر شهباز هو،
اسانکي وٺڻ آيا هئا. ائين چئي خاموش ٿي سمهي
پيا ۽ اجان سورج اولاهين ڪناري تي پهتو ئي
ڪين هو ۽ شعاع جو جبرو هت اجان پهچون جلد
بازون ڏيکاريندو پئي رهيو جو فقير صاحب جي
روح جو شهباز پکيڙو جسم جو قيد ٽوڙي لامڪان
لاهوت ڏانهن پرواز ڪري ويو.

سندن لاش مبارڪ تي شهر جا هندو مسلمان گڏ
ٿيا ۽ گهڻن ته جنازه نماز به گڏجي پڙهي. اهو ڏينهن
۱۶ ذوالقعد ۱۲۸۹ هجري هيو ۽ انهيءَ تاريخ تي
روهڙيءَ ۾ هر سال ميلو لڳندو آهي. فقير صاحب
جي وصال جي تاريخ فقير بيڪس صاحب فرمائي
آهي سا هيٺ ڏجي ٿي:-

تاريخ- رمز رنديءَ جي عجائب روهڙيءَ ۾ راز هو
ڏالي بيدل بادشاه بيشڪ اهو شهباز هو

ا- موج مستيءَ ۾ سدا سلطان سرافراز هو
حلاج جي حالت ۾ دم دم من خدا ممتاز هو

٢- پيرمغان جي پيش ھڪ حقيقت مجاز ھو
'ھمراوست' واري حال ۾ محمود سوي اياز ھو

٣- درد واري دين ۾ وير وحدت باز ھو
عشق جي اوتار سان دلدار دست دراز ھو

٤- ھن تماشي گاھ ۾ اڻھڻ جي آواز ھو
مرضيءَ موجب پاڻھنجي سير صفاتي ساز ھو

٥- سال ٻارھن سو اڻياتوي ۾ سوز گداز ھو
سو رھين ذوالقعد جي ھاديءَ سند و پرواز ھو

٦- بيدل مرشد منھنجو ھادي غريبنواز ھو
بيڪس خادم درجي ڪي عشق جو آغاز ھو

## خانگاھ (خانقاھ) جي ٺهڻ جي حقيقت

فقير بيدل سائين قدس سره جنهي درگاھ شريف روھڙي اسٽيشن جي ڀر ۾ آھي. ريلوي بند جو خيرپور طرف وڃي ٿو تنهن جي ڪاٻي پاسي خانگاھ ٺهيل آھي.

الهيءَ درگاھ جي ھند اڳي ھڪ انڊو وڻ ھوندو ھو، ٻي ڪا وسندي ڪان ھئي. روھڙي اسٽيشن

۽ ريلوي بند فقير صاحبن جي وصال بعد جڙيا. فقير صاحب ان وقت وٽ هيٺان بعضيءَ بعضيءَ مراقبو ڪري اچي وهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن حاضر مجلس جي پڇڻ تي فرمائيندا هئا ته فقير پوءِ هتي ايندو. آخر ٿيو به ائين.

درگاهه ٺهڻ کان اڳ اُتي لانڍي ٺهيل هوندي هئي، ڪجهه عرصي کانپوءِ پاڻي ڪشني مل ۽ ٻين طالبن کي اچي خيال ٿيو ته فقير صاحبن جي تربت مٿان قبو اڏائجي. سڀني اهيءَ خيال کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ سڀ سامان پٿر سرون وغيره لهي چڪا. ڪم شروع ٿيو. ڪم هلندي ڪي به واقعا ٿيا جنهن ڪري ڪم بند ڪيو ويو. ڇا ٿيو جو خليفي ٻيگه محمد جي گهر ۾ ڪو واقعو ٿيو ۽ ٻيو پاڻي ڪشني مل جو پٽ ديوان دولهڏنو مل جو حال حيات آهي اچي مرڻ ويجهو ٿيو پاڻي ڪشني مل پٽ کي آڻي تربت جي وچ ۾ سمهاري ڇڏيو ۽ ٻاڏايو ته جيئندا قبلا! خطا معاف ٿئي ۽ پٽ کي شفا حاصل ٿئي.

آورنڱ ٻڌهن کانپوءِ ٿي فقير الدر درگاهه ۾ استخاره ڪرڻ ويندا ته اجازت ملي ته درگاهه جو ڪم شروع ڪجي. ڪين ارشاد ٿيو ته چڱو، هڪ سادي چوڪندي ٺهرائي ڇڏيو. پوءِ درگاهه جو ڪم شروع ٿيو جا هاڻ پسجي ٿي.

# فصل ۲.

## بيدل جو مذهب

شيعو يا سني ؟ - سندس عقيدا.
بي طمعي - رحمدلي - رياضت - نئڙت
پاڪدامني - امامن لاءِ قرب ۽ خليفن
لاءِ عزت - عاشورن بنسبت سندن خيال
شريعت جي پيروي - ديني آزادگي
عشق جو مذهب - سندن طريقو - ذڪر نفي
اثبات وارو - پيري مريدي +

بيدل بادشاهه ذات جا قريشي ۽ مذهب جا حنفي هئا ۽ جيتوڻيڪ سنت الجماعت ۾ رهندا هوا - تڏهن به ڪڏهن ڪڏهن سندن روش شيعن جهڙي معلوم ٿيندي هئي. پاڻ صوفي قادري طريقي جا هئا جو سندن هيٺين مصرع مان معلوم ٿو ٿئي :-

فقير عبدالقادر ڪه صوفي و حنفي ست
فڪند طرح سڪونت ٻلاصه لو ٻڙے

فقير صاحب پنهنجي 'سرود نامہ' جي ڪتاب ۾ عربي نثر ۽ پارسي نظم ۾ پنهنجا عقيدا ظاهر ڪيا آهن، جنهن مان عربي عقيدن جو ترجمو هيٺ ڏجي ٿو:—

١- الله تعاليٰ جي ذات پاڪ مشابهت حلول يعني پاڪ ۽ نياري آهي. ظاهر خواهہ باطن ۾ بي مثل ۽ لاثاني آهي. جيڪي چاهي سو ڪري سگهي ٿو ۽ انهيءَ ۾ اعتراض اٿارڻ جي جاءِ ڪانهي.

٢- احمد مجتبيٰ محمد مصطفيٰ صلے الله عليہ و آلہ و سلم سڀني ولين، وصين ۽ رسولن جو سردار آهي ۽ سندن سڄورو وجود ئي ذات ۽ صفات ۽ سڀني پيش گذشتہ انبيائن ۽ آئيندهہ جي اوليائن جو مقصد آهي

٣- پنجتن پاڪن عليہ السلام جو شان ۽ شرف بيان ڪرڻ حد کان ٻاهر آهي. ظاهر لوڙي باطن فيض طلبيندڙ بہ انهيءَ جيعاليشان حضور ۾ التجا ڪندڙ آهن.

٤- چار يار رضي الله عنہٗ حضرت رسول الڪريم صلوات الله عليہ جي ڪچهريءَ جا وزير آهن ۽ الله تعاليٰ جي ذات پاڪ سان ملڻ جا وسيلا آهن ۽ حق ۾ گم ۽ محو ٿيڻ جا وسيلا آهن.

٥- ٻارهن امام پاڪ وڏي خاندان جا بهشت ۽ دوزخ جا وراهيندڙ آهن. وقت جي غوثن ۽ قطبن کي ولايت بخشيندڙ آهن.

٦- ڏهه بشارت وارا اصحاب نبي ڪريم علي الله وصلعم جي ڪچهريءَ جا مقرب آهن، ايمان ۽ سوجهري جي کاڻ آهن، دين ۽ سخا جي لياقت آهن.

٧- چئن مذهبن جا امام شريعت جي ڪچهريءَ جا ثنيا آهن ۽ پرهيزگاريءَ ۽ ڪريءَ جا باني آهن.

٨- معاويه کي چڱو به نٿا چئون ۽ برو به نٿا چئون.

٩- يزيد پليت ڪم بخت آهي. سڀ خلق بلڪ ساري جهان ۾ لعنتي آهي.

١٠- چئن خليفن جي فضيلت ۽ اهلبيت جو منڪر ٽڙيل ۽ دشمن آهي. ڏسندڙن کي عدل ۽ انصاف جي اکه سان ڏسڻ گهرجي ۽ نه بغض - ڪيني ۽ حسد ۽ دشمنيءَ جي نظر سان.

## عقائد نظم پارسي

وجود مطلق بي ما و من بود

نه ماهيت نه روح نه بدن بود

تعين اولين ذات را نام

محمد مظهر سر لدن بود

چون خمسه طاهره کس نیست که بر عرش
ظهور نور شان پرتو فگن بود
بخلفاء اربع صد آفرین باد
که هر یک ماهر علم لدن بود
دوازده ائمه را ثنا خوان
وجود پاکشان معدن زکن بود
گر از ده تن خبر پرسی بگویم
که هر یکی حضرت مومن بود
پس از ده دو ائمه غوث اعظم
جمع اولیاء شه انجمن بود
علوم اولیا جز این علوم هست
که بودند در جان بود وند تن بود
ز مجتهدان ابا کردن خطا است
که هر یک باغ دین سروبن بود
معاویه را نداریم دوست هرگز
که او دشمن خدا و پنجتن بود
هزاران بار لعنت بر یزیداست
که مرتد ملحد و دوزخ وطن بود

روافض را مدان تاجي ز تعذيب

خوارج لاشه را آتش کفن بود

کسي کو منکر فقر است بيدل

عدو خاص رب ذوالمنن بود

فقير صاحب جن محرم مهيني جي ٨-٩-١٠ تاريخ مسجد ۽ ڪربلا روهڙيءَ جي وڏن عاشورن جي ماتم تي هلي ٻڌڪي ۾ شامل ٿيندا هوا جا ڳالهه عالم ناروا سمجهندا آهن. انهيءَ سندن حياتيءَ جي وقت ۾ مولوي صاحب ميان عبدالرحمن سڪر وارو زبردست عالم هو. تنهن انهن سيني خبرن ٻڌڻ ڪري هڪڙي معتبر آدميءَ هٿان نياپو موڪليو ته فقير صاحب! اوهان جهڙو متشرع آدمي ڪيڙوءَ رتا ڪپڙا ڪري ماتم ۾ شامل ٿئي سا ته وڏي ڳالهه چئبي. جڏهين اهو پيغام فقير صاحب کي مليو تڏهين فرمايائون ته ابا! پهوءِ مس ڪٽي وٺو ته انهيءَ باري ۾ لـوڪي لکايون ڇو ته متان وسري وڃئي، ۽ اهو وڃي مولوي صاحب جي پيش ڪر. فقير صاحبن انهيءَ آدميءَ کي لکايو ته پنجن جڻن يعني حضرت رسول الڪريم صلعم، حضرت ابابڪر صديق، حضرت عمر، حضرت عثمان ۽ حضرت علي شاهه رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين جن ڪيڙو ڪپڙو ڪيو آهي جنهن جي ثابتي ڏيئا

لاءِ جدا جدا پنجن عربي ڪتابن مان حديث شريف جو ذڪر، فصل، صفحو ۽ سٽ لکائي. پوءِ عاشورن ۽ مصيبت ڪيتري حديثون هڪ ڪتاب مان نشان ڪرايائون ته جو آدمي حضرت امام حسين عليه السلام جو ماتم پاروچ ٿو ڪري تنهن کي قيامت ڏينهن حضرت رسول الله جي شفاعت حاصل ٿ ٿيندي. فقير صاحب 'قرة العين' خاص ڪتاب حضرت امام حسين عليه السلام جي شان ۾ جوڙيو آهي جنهن ۾ ٢٩ حديثون آيل آهن، شايد انهيءَ مان هڪ به شڪ نه آهي. انهيءَ کان سواءِ پيو لکايائون ته مولوي صاحب! اسان جي دل آهي پٿر جڙي سو جيڪڏهن ويٺا هوندا آهيون ته روئڻ نه ايندو آهي؛ جيڪڏهن انهن ماتمي سرگسن سان شريڪ ٿيندا آهيون ته اسان نه ٿيو ٻر ملائڪ جن ۽ پريون، آسمان تي حورون ۽ زمين تي آدمي گريو ڪندڙ ڏسندا آهيون. جنهنڪري اسان جي پٿر جهڙي دل تي به اثر پوڻ ڪري گريو ايندو آهي.

پوءِ جڏهن اهو مضمون احوال مولوي صاحب پڙهيو ته فرمايائين ته ابا فقير صاحب جي علم سان اسان جي علم جي جاءِ ناهي. فقير صاحب پڻ ٺهو اٿين ڪري.

فقير صاحب جيتوڻيڪ شريعت، طريقت، معرفت کان مٿي ۽ حقيقت جا حامي هئا تڏهن به شريعت جا بلڪل پابند هئا ڇو ته پنهنجي ڪتاب 'فوائد المعنوي' ۾ فرمايو اٿن ته 'الفقرا وزعـــن الشرع غير الشکور' (خمار بنان شريعت جي حد اورانگهيندڙ گمراه آهي). پاڻ ڪلهي تي هڪ گيڙو رتو بوڇڻ ۽ مٿي تي فقيراڻو تاج پائيندا هئا. عالمن ليکي گيڙو رتو ڪپڙو ناجائز آهي پر جن جو مذهب ٿيو عشق سي ڪنهن جي ڪين ڪاڻ. اهڙو ئي هيو بيدل بادشاه. عشق جو رهبر بڻجي مذهب عشق جي باري ۾ هن صاحب گهڻو ڪي پنهنجي ڪتاب 'فوائد المعنوي' ۾ فرمايو آهي. چوي ٿو ته 'العشق سلطان يحکم في الدارين' (عشق هڪ اهڙو بادشاه جو ٻنهي جهانن تـــي حڪم هلائي ٿو) ۽ عشق جا وري ٻه قسم آهن: عشق مجازي ۽ عشق حقيقي.

مجازي عشق جي باري ۾ فقير صاحب جن فرمائن ٿا 'المجاز يوصل بالحقيقت و يمنع منها' (يعني مجاز حقيقت سان گڏيندڙ به آهي ۽ ساڳي وقت الهيءَ کان روڪيندڙ به آهي). مجازي عشق سراسر حسن تي ٻڌل آهي جنهن فقير صاحب جن فرمائين ٿا 'الحسن حقيقت لا يحصل مشاهدتها الا في الفنا' (حسن هڪ اهڙي حقيقت آهي جنهن جو لهسن مشاهدو حاصل نه

ٿيندو جيسين مجهس فنا نہ ٿيو. جنهن فقير صاحب سان حرفي ۾ فرمايو آهي:-

قدر معشوق جا انداز سو ڄاڻي جو ٿي آپ کنون آزاد هوندا
جان جان غير سراپا گم نہ هوتان تان برهہ سيو برباد هوندا
ايهين لاوڙ دي وچون سالڪان نون موتوا قبل الموت هوندا
بيدل گم ٿيون سيڻي ۾ پيئون ايوين عشق کنون ارشاد هوندا

سمجهائن ٿا تہ اي طالب! تون عام ماڻهن وانگي مجاز نہ ڪمائج ڇو تہ 'من يعشق على الصورة ولا يطلع على معناه فهو كعابد الصنم (جيڪو ڪنهن صورت تي عاشق ٿيو ۽ انهيءَ جي معنيٰ نہ پروڙيائين سو بت جي پوڄاريءَ وانگر آهي) هاڻي فقير سائين مجاز جي باري ۾ طالب کي سمجهائين ٿا تہ عام ماڻهو صورت ۾ ڇا ٿا پسن ۽ درحقيقت ڇا پسڻ گهرجي. فرمائينٿا: 'العام ينظر الى الصورة ولا يبصر ما فيها' (عام ماڻهو صورت ڏانهن ڏسندو آهي ۽ جيڪي انهيءَ صورت ۾ آهي تنهن کي نہ ڏسندو آهي). عام ماڻهو جي مجاز ۾ گهرن ٿا سي رڳو ٻاهريان صورت ۽ سندر روپ تي موهت ٿين ٿا ۽ نہ اندريان اوراڻي تجلي تي. انسان ٻولو تہ آخر خاڪ جو آهي سو ان تي دل ڏيڻ بت پرستي آهي. جو هڪ وڏو شرڪ آهي. جي ٻاهريان رنگ روپ ۾ رتا رهيا سي

مٿي چڙهڻ جي ڪوشش ڪئين ڪندا ۽ لٺيو اهو اڪرندو جو مٿي چڙهي نه سگهندا. مگر جي طالب اندرئون جمال ۽ ڪمال، جوت ۽ جلوه پسي مشتاق ٿين ٿا انهن لاءِ مجاز لاشڪ حقيقت جي پل آهي ۽ ٿيندي. فقير صاحب ان لاءِ مثال ڏيئي فرمائين ٿا ته 'الخاص يبصر نور المعنيٰ ايظهر من الصورت كنور المصباح يتجلي من الزجاجه' (يعني ته خاص ماڻهو معنيٰ جو اهو نور ڏسندو آهي جو صورت مان اهڙيءَ طرح ظاهر ٿيندو آهي جهڙيءَ طرح فانوس مان ڏيئي جي روشني) جنهنجي معنيٰ ته انساني وجود هڪ فانوس جي مثل آهي جنهن ۾ عام ماڻهو هرکجن ٿا باقي جو اندر سچو پچو نور جو چراغ ٻري ٿو تنهن کي پسن ئي نٿا. مگر جي سچا عاشق آهن سي فانوس يعني صورت ڇڏي ان جي ڏيئي جي روشنيءَ يعني الاهي نور تي اکن چکن ٿين ٿا.

الهيءَ مان لهو اظهر من الشمس ٿيندو ته مجازي عشق جنهنجي نور تي اٽا روڪڻ ۽ نه پهچ لڳي پوري تي عشق پچائڻ جو حقيقتا" ۾ بت پرستي آهي ۽ جو هڪ وڏو شرڪ آهي جنهن لاءِ فقير صاحبن پنهنجي ڪتاب 'مثنوي نهر البحر' ۾ گهڻو ڪي چيو آهي جنهن سان ڪجهه ترجمي سميت هيٺ ڏجي ٿو:

چون نیامد نور پاکش در نظر
ماند جانش در گرو عشق صور
در ره توحید رحق اسپ نراند

....  ....  ....

چون نبرده ره سوي اسرار دوست
گشت قانع بر نقوش رنگ پوست
عاشق دیوار شد ظاهر پرست
بی خبر از نور خورشید است

....  ....  ....

گر شناسد نور عالم زان نبر
جانش بیرون آید از ظلم خطر
واي آن وقتي که نور آفتاب

....  ....  ....

در دبان آسمانها را گذا
لامکان رابین مکانها را گذا
از مکان بگذر برو تا لامکان
گیر چون شهها ز بر عرش آشیان

....  ....  ....

فوق عرش آهي طلب ٻي رنگ نواز
روز الرحمان علي العرش استوار
ياد گير طلب وصل بقا

.... .... ....

مٿين مثنويءَ جي خلاصي مطلب ۾ فقير صاحب طالب کي سمجهائي ٿو ته اي طالب مولي جهڙن هين مجاز ۾ گهرڻ نه تو کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪج ڇو ته هيءَ پنهنجن تتن وارو ٻولو هڪ قسم جي ديوار يا آڙ آهي جا طالب کي حق جي رستي کان روڪي ٿي. جيئن چمڙو هميشه اونداهي پسند ڪندو آهي ۽ سورج جي روشنائيءَ ڏانهن اک کڻي به نه ڏسندو آهي بلڪ سورج نڪرڻ ڪري سندس تاب ۽ تاءَ کان تنگ اچي ڇپي رهندو آهي؛ تهڙيءَ طرح تون متان چمڙي وانگر اونداهي پسند ٿي پوين چاڪاڻ ته حشر ڏينهن حقيقي سورج پنهنجو ڪليو ڪلايو ديدار فرحت آثار ڪرائيندو. جڏهون اکيون هت انهيءَ ديدار لئي هريل هونديون سي پيا ٻهار پا باقي ٻيجل جي مذهب جي اور ڏسڻ کا لسواه گذر ڪري ويا سي انهيءَ حقيقي شمس (انهيءَ سورج) جي شعاع ڪري

تنهنگه ٿيندا . سواءِ طالب ! پاڻ کي ٿورو ٿورو
ڪري هٿي هاڻيائي ان شعلي پٺ تي هير . تون ٻي
هٿو تي ڇو ويندو آهين ۽ معنيٰ کي ڇڏي صورتن ۾
ڦڏي پيو آهين . جيڪڏهين صورت ڇڏي معنيٰ
ڏانهن اڏامندين ته پڪ سمجهه ته تنهنجي پيٺڪ
عرش آهي ۽ نه زمين . الهيءَ مجازي عشق جي
بازي ۾ فقير صاحب جي فرزند فقير بيڪس سائين
جو ڪلام پڻ چيل آهي جو پڙهندڙن لاءِ هيٺ ڏجي ٿو:

ٿلهه : مجازي مام اوکي ٿي جسوجيءَ پنهنجو گهوڙين
ڏسي تو تاب ايزايون متان مٿهن يار ڪون موڙين
ڏاڍي ٿي عشق ۾ آتش سهاٽي وات تون ووڙين
مٿا محبوب دل پاهڻ ٿني جي جائي جيءَ جوڙين
خوشي مون خيال وحدت سان دوئائي جو ٽڳو ٽوڙين
دايون دلبر جي صورت سان سڳو وحدت سندو سوڙين
خودي کون خيال پنهنجي جاٻري خمان وجي ڪوڙين
بيڪس بيدل تو سان آهي الله ۾ عشق سان اوڙين

حقيقي عشق جي باري ۾ فقير صاحب جن فرمائن
ٿا ته الهيءَ دڳ ۾ گهڙڻ لاءِ تصور ضروري آهي ۽
هيءُ ظاهر ڪيو اٿن ته الهيءَ راهه ۾ اعليٰ ۽ افضل

مرشد جوئي تصور ڪرڻ گهرجي جيئن ته 'تصور الشيخ
اوليٰ من ڪل شيءِ،، (هر هڪ صورت کان مرشد
جوئي تصور ڪرڻ بهتر آهي) انهيءَ کانپوءِ پاڻ
فرمائن ٿا ته زباني ذڪر ڪرڻ به چڱو آهي ڇو ته
انسان جا گناهه ميٽجي وڃن ٿا جيئن ته 'ذڪر الجهر
ڪفارة السيئات' (زباني ذڪر ڪرڻ سان
گناهه ميٽجن ٿا) پر انهيءَ کان سواءِ هيءَ ڳالهه اظهار
ڪئي اٿن ته دم سان ذڪر ڪرڻ ڪري طالب
کي وڏو فائدو حاصل ٿيندو ۽ نفساني خيالات
۽ وهم وسوسا ٽٽندا ويندا جيئن ته پاڻ
فرمائيندا: 'ذڪر الخفي تناقض الوهميات' (دم
سان ذڪر ڪرڻ ڪري وهم ۽ وسوسا ٽٽي پوندا
آهن). انهيءَ کان سواءِ عشق ۽ محبت ۾ ترقي حاصل
ڪرڻ جو نسخو هن ريت ادا ڪيو اٿن ته 'تواتر
الذڪر تزئيد المحبت' (سانده ذڪر ڪرڻ سان
محبت وڌندي آهي). اڳتي هلي سمجهاين ٿا ته
انهيءَ ذڪر کي جوش ۽ گرمي ڪهڙيءَ طرح حاصل
ٿئي جنهنڪري طالب الهيءَ جي حد کي پهچي ۽ حق
اثبات ٿئي. تنهنلاءِ سندن فرمان آهي ته 'التفڪر
ينسي ماڪان' (فڪر اها شيءِ آهي جا هر شيءِ کي

پلائي ڇڏي ). مطلب ته ڪنهن هڪ ڳالهه جي هر گهڙيءَ
چنتا ڪرڻ ڪري ٻيو سڀ ڳالهيون ڀلجيو وڃن ٿيون،
جڏهن مزاج يڪسوئي ٿئي يعني دل جو هڪ طرف
لڳاءُ ٿيو ته ٻيو ڪجهه به تصور ۾ اچي نه سگهندو. اهو
ته هر ڪنهن جو شخصي آزمودو آهي ته جي ڪن
ڳڻتين ۾ ويٺا هوندا آهيون ته اوڏانهن سڄو ڌيان
هوندو آهي ۽ ان مهل ڪو جي مالي ڪٽي ايندو آهي
ته خبر به نه پوندي آهي ته ڪو ماڻي رکي آهي يا
ڪو آيو ۽ ويو. فقط انهيءَ هڪ خيال ۾ ٿي غرق ۽
فنا رهيو آهي. اها آهي خيال جي محويت. ايتري
سمجهائڻ بعد طالب کي خبردار ۽ سجاڳ ڪرڻ لاءِ
چيتاءُ ڪئي اٿن. فرمائين ٿا ته "غفلت الطالب ساعت
الحاد الطريقه" (جو طالب هڪ گهڙي غافل ٿيو ته
اهو رستي کان رهه ٿيو) گهوٽ پتائي پڻ فرمائي
ٿو ته "سلطاني سهاڳ، ننڊن ڪندي ڪين ملي."
جيڪي پلا مومل جيان غفلت جي غنود ۾ غرق ٿيندا ته
ضرور راڻي جي وصال کان وانجها رهندا. انهيءَ
ڪاڻ ۽ پنهنجي "مثنوي نهر البحر" واري قلمي
لکڻي ۾ فرمائن ٿا ته هستي يا خودي هڪ اهڙو گناه
آهي جنهنجي مقابل ۾ ڪو گناه لٿو اچي سگهي
تنهنڪري طالب مرشد جي مدد جي ڪوشش سان انهيءَ
گناه کي ميٽي رب جو راضپو ۽ قرب حاصل ڪري،

هر گنه زائل شود با پوزشي —
٨ عذر سان تو معاف ٿئي هر ڪو گناه

وين گناه با صد هزاران سوزشي
پر خوديءَ جو سخت سوزن سان گناه

ذنب جزوي شهوت و حرص و هوا است.
آهي جزوي پاپ شهوت حرص ۽ هوا

ذنب ڪلي هستي بر ما سوا است
پيو مڙوئي سڀ گناه رب کان سواءِ

هستي آمد در نهان ذنب عظيم —
آهه خودي هڪ وڏو اڳرو گناه

توبهش نفي وجودي آن نعيم
تو وڃي ڇڏبال جو توبه سان ساه

"لا" بود شمشير استغفار او —
"لا" سندس توبه جي لئي تلوار ٿي

قطع ڪرده اقبال و ادبار او
جنهن وسيلي ڪم ٿئي اهڪي هدي

ناقصان گویند کہ این سراوست -
کم عقل انھوئي سڀ ٿا ڳجھہ چون
پوست مغز این ہر دو را دان جمع دوست
هي چم ۽ مغز ڏس تون طرف هن

.... .... ....

”لا“ براي این وجود آمد بدان -
’لا‘ الاهيءَ لئي آهہ آيو تون تہ ڄاڻ
تا کند اثبات حق روح گمان
تان ڪري ظاهر خدا ۽ گم گمان
چون یقینی آمد گمان زائل شود -
ٿيو يقين جڏهين گمان زائل ٿئي
جان(۱) زتن با جان جانان مائل شود
جسم جي جان حق سان واصل ٿئي

مٿين بيان مان معلوم ٿيندو تہ فقير صاحب جن طالبن کي سمجھائي رهيا آهن تہ اي حق جا طالبو ظاهري گناه جيڪڏهين ٿي پوندا تہ عذر پيش ڪرڻ سان معافي ملي ويندي پر هيءَ خودي يا هستي اهڙو تہ وڏو گناه آهي جنهن جي معافي ملڻ ٿي مشڪل! انهيءَ کانسواءِ اڳتي هلي فقير صاحب طالب کي نفي اثبات جو سبق اهڙو تہ ڪليءَ طرح سان سمجھائن ٿا جو سبق نفي اثبات جي سمجھڻ ۾ سولائي ٿئي ٿي - جيئن تہ :

صورت وهمي بمستي برڪشان –
وهم جو ٻوٽو تون مستيءَ سان پٽ

صورت تحقيق بي پرده ڪنان
ڪر ظهور ذات حقيقيءَ جو اهڃ

تا نيابد صورت وهميت زوال –
جيستائين وهمي صورت ناس ٿئي

صورت جا ذت نمي گيرد ڪمال
نقش تنهنجي جان جو ناراس ٿئي

صورت ناقص شڪن همچو خليل –
ڀڃ ابراهيم وانگر صورت ڪڇي

صورتي بين ڪامل و حسن جليل
ڏس حسن ذاتي ۽ صورت جا سڄي

تا تو باشي آفلان راه دوستدار –
لا بقا ان سان جيئين دل رکين

ڪيئي به بيهي چهره آن غمگسار
ڪين اٿيءَ محبوب جو منهن تون پسين

اهو هيو سندن لڳي اثبات وارو سبق ۽ سچ پچ
هيو به اهين ته جڪڏهن ڪنهن کي ذڪر ڏسيندا

هئا ته اهو به ساڳيو ۽ سولو انفي اثبات جو (يعني لا اله الا الله) بعضي کن کي خاصا" خاص (يعني الله هو) جو به ڏسيندا هئا.

فقير صاحب قادري طريقي جا صوفي هئا ۽ خاندان پرستيءَ کان بيزار هوندا هئا. جيڪڏهن کو عرض ڪندو هو ته الهيءَ کي جواب ڏيندا هئا ته ابا اسانجي مرشدن جي گادي موجود آهي سو انهن جي هوندي اسين مريدي خادمي ڪيئن ڪندا سون. انهيءَ هوندي به اثين نه آهي ته کو سندن کي به طالب ڪين هئا. جن کي رستو ڏيکاريو اٿن تن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا ۽ جي گهڻو ڪري سندن صحبت ۾ رهندا هئا ۽ دعا طلبي ڪندا هئا: فقير غلام محمد - فقير ڏاڙهون - ڀائي ٻارو شاهه - شوڪترام - قاضي پير محمد ڪلهوڙو فقير - سيد علي شاه - مائي رامي - ديوان ڪشنچند خيرپوري - منشي هيمراج - پرمچند ۽ منشي سلامترام. الهيءَ کانسواءِ سڀئي روهڙيءَ جا هندو مسلمان، سادات ۽ قاضي وٽن دعا طلبيءَ لاءِ ايندا ويندا هئا.

فصل ٣.

## بيدل سان روح رهاڻ

سندن سان پيش آيل ۽ راوين سميت فقير صاحب جي ڪرامتن جا سمورا احوال - قاضي پير محمد سندن معشوق جي لاپرواهي، گستاخي ۽ ضد تي چڙهي ڏکڙي ڪم ڪرائڻ جا انڪل ۽ آڻا - اوچو آهو جو نيچو آهي - تعويذ، جو دعا طلبيءَ واري ڪي لکي ڏيند؛ هوا - ذات سندن ذات سان ذات - وڏن ماڻهن جي دعوتا کان نفرت - هن ۽ هن جهان جي ملاقات ۾ ڦير ۽ فرق، تفاوت ۽ سنڌ و - پنج گنج مان رهاڻ +

سيد قاسم علي شاه ٽرڙيءَ واري ٽي ڀائي دولتمل ڀڪاري هندوءَ انڪل ٧ هزار روپين جي دعوي ڪئي هئي. الهيءَ ڏيتيءَ ليتيءَ جي پٽسن جو دستاويز سيد حمزه علي شاه جاگيردار جوان

وقت ۾ عريضي اوپس هو، لکي کوٽائي سيد صادق
علي شاه ۽ ٻين جون شاهديون وجهايون هيون ڇو ته
کوٽائي سيدن جي سيد قاسم علي شاه سان ٽوري
مٽي ماٽي هئي. انهن دعوي داخل ٿيڻ کانپوءِ
شاه صاحب جي سموري ملڪيت ۽ جاگير ضبط ڪرائي
پئسا سرڪار ۾ جمع ڪرايا هئا، انهيءَ ڪري شاه
صاحب جو گذران تنگ ٿي پيو هو؛ ڇو ته سندن گذران
جاگير جي پيداوار تي هيو. جنهن وقت ۾ شاه صاحب
روهڙيءَ ايندو هو ته فقير صاحبن جي خدمت ۾ ان
ٻاري ۾ عرض ڪندو هو. فقير صاحب چوندا هئا
ته الله سائين مڙيوئي چڱي ڪندو. فقير صاحب
هلندڙ دعويٰ ۾ دولت مل کي ماٺ موڪلي گهرائي
فرمايو ته ڀائي دولتمل، سيد قاسم علي شاه مسڪين
آهي ڪيس اهي پئسا بخشي ڇڏ؛ انهيءَ جي عيوض
فقير توکي الاهي درگاه مان پٽ ڏوني ڏي
(دولتمل کي پٽ ڪونه هو). دولتمل جواب ڏنو ته
فقير صاحب اوهان زور آور آهيو پئسا ڪيئن ڇڏي
ڏيان. اهڙو پٽ مون کي نه گهرجي ۽ اٿي ڇڏي هليو
ويو. فقير صاحب قاسم علي شاه کي فرمايو ته توهان
کو خيال نه ڪريو. ڪجهه وقت گذرڻ بعد حاضري

جو وقت آيو پر ان وقت ۾ شهر ۾ اهي پسگردائي
۾ وبا جي بيماري پکڙيل هئي تنهنڪري شاه صاحب
سان بيماريءَ جي خوف ڪري ڪورٽ تائين گڏجي
هلڻ لاءِ ڪو به تيار نه ٿيو. مگر ميل ڪن پنڌ ڪرڻ
کانپوءِ هڪ سوڍي نالي نوڪر رستي ۾ ملين ۽ کين
چيائين ته قبلا آءٌ توهان سان گڏ هلندس. پوءِ ٻئي
گڏجي سکر جاج جي ڪورٽ ۾ آيا ته آفيس بند هئي
۽ جج بنگلي ۾ ويٺو هو. انهيءَ جج صاحب شاه
صاحب کي لکي ڏنو ته بيماري دفعي ٿيڻ بعد اوهان
کي سمن ڏيئي گهرائبو. انهيءَ کانپوءِ شاه صاحب ۽
سندس نوڪر جج جي پٽيوالي ٻهاول وٽ حقي
ڇڪڻ لاءِ ويٺا. ٿوري وقت ۾ شاه صاحب سمجهو ته
شايد مونکي به وبا جي بيماري ٿي پيئي آهي. انهيءَ
کانپوءِ بيماري وڌڻ لڳي ته سوڍو نوڪر روئڻ لڳو.
شاه صاحب فرمايس ته صبر ڪر، آءٌ پنهنجو دم فقير
صاحب وٽ ڏيان ته چڱو. فقير صاحب کي پڪاريندي
اچي جهاز تي پهتا (اڳ پل نه هئي) پوءِ جيترو
وقت جهاز ۾ هئا ته شاه کي اکو الٽي آئي اکو
دست، باقي ڪمزوري ويٺي وڌندي تان روهڙيءَ
جهاز پهتو. (جهاز سکر جي آستان تي ايندو هو)

آهستي آهستي پنڌ ڪري فقير صاحب جي اوطاق
جي ويجهو پهتا . انهيءَ هنڌ گهٽيءَ کي وڪڙ هو.
سوڍي ٻڪ پاڻي وٺي فقير صاحبن کي عرض ڪيو
ته سائين اسان سڌو سکر کان ٿا اچون . فقير صاحب
جن ڪمٽ تي ويٺا هئا ۽ يڪدم سوڍي کي فرمايائون
ته ڇا آهي . سوڍي چيو ته شاهه صاحب جو حال
تنگ آهي . ايتري ۾ شاهه صاحب به اچي پهتو.
فقير صاحبن ، محمد قاسم شاهه جو ناسو وٺي
دلداري ڏيئي وهاريس . انهيءَ پڄاڻ ڪري
شاهه صاحب کي دلداري ڏني . فقير صاحبن فرمايو
ته شاهه صاحب اوهان پنهنجي نظر مون ۾ وجهي وهو
۽ ٻئي پاسي نه نهاريو . سوڍي کي فرمايائون ته شاهه
صاحب کي پاڻيءَ جي ڪوني پري پيار . پاڻي پيئڻ
۽ فقير صاحب جي نظر سان بيماري يڪدم ڇڏي
ويئي . شاهه صاحب انهيءَ وقت ائين سمجهو ڄڻڪ
ڪا قوتي کاڌي هئائين . بيحد خوش ٿيو . انهيءَ
ڪالهوءِ شاهه صاحب کي خيال ٿيو ته ٽرڙيءَ ۾ الائي
ڇا ٿيو هوندو ! ڪهڙا ٻيا ڪهڙا رهيا ؟ شاهه صاحب
فقير صاحبن کي عرض ڪيو ته قبلا سائين ، مرض کان
ڇٽو صولهي مگر اها بيماري خراب آهي ننڍهڪري

دعا ڪريو ته الهيءَ وگهي اسان جو موت نه ٿئي. فقير صاحب چيو ته تنهنجو موت الهيءَ بيماريءَ ۾ نه ٿيندو پر هان بلڪ اها بيماري اوهان جي ڳوٺ ۾ به قيامت تائين نه ايندي ۽ مگر الهيءَ بيماريءَ ۾ ٻه شخص گذر ڪري ويا آهن جي نه موٽندا. باقي جيڪي بيمار پيا آهن سي الهيءَ بيماريءَ ۾ نه مرندا. شاه صاحب سوڍي کي چيو ته فقير صاحب کان جيڪر پڇو ته اهي ٻه شخص ڪهڙا مري ويا آهن. سوڍي شاه صاحب کي چيو ته فقير صاحب جن جي زبان هن وقت تلوار واڱيان لڳي ٿي وهي، ۽ پنهنجو ڪم ٿيو آهي؛ هاڻي هلو ته ڳوٺ ڀيڙا ٿيون ۽ اتي پاڻيهي اهو معلوم ٿيندو. ڳوٺ اچي ڏسن ته هڪ هندو ۽ هڪ مسلمان مري ويا آهن. الهيءَ کانپوءِ امن امان ٿيڻ لڳو.

دعويٰ هلندي هلندي اچي آخر شنوائي تي بيٺي. جڏهين شاه صاحب حاضريءَ تي ايندو هو ته هڪ ٻه ڏينهن اول اچي حمزه علي شاه جي اوطاق تي شاهدن وغيره سان صلاح مصلحت ڪندو هو. هن دفعي شاهدن شاه صاحب کي چيو ته اسان دولت مل پنسا (روشن طور) ڏيڻ لاءِ تيار

پر ڇڏيون ٿا ته تون اسانجو يار مٺو آهين تنهنڪري، جيڪڏهن تون پئسا ڏين ته اسين شاهدي نه ڏيون. تنهنتي قاسم علي شاهه چيو ته مون وٽ ڪجهه به ڪين آهي جو اوهان کي ڏيان. پوءِ شاهدن شاهه صاحب کي چيو ته اها جيڪا پلي گهوڙي آهي سا ڏيو ته اسين وڪڻي پاڻ ورهائي کڻنداسين. شاهه صاحب گهوڙي ڏيڻ کان انڪار ڪيو. ٿوري دير کانپوءِ هڪڙي شخص قاسم علي شاهه کي اچي ٻڌايو ته دولت مل پئسا کڻي جج کي رشوت ڏيڻ ويو آهي. تنهنتي حمزه علي شاهه دوستيءَ جي ناتي ڪري سيد قاسم علي شاهه کي چوڻ لڳو ته منهنجو حال به مسڪيني آهي باقي هڪ ڪيريءَ (اها حمزه عليشاه جي وهاڻيل هئي) جا جيڪي زيور هئا تن جي آڇ ڪيائين. تنهنتي سيد قاسم عليشاه فرمايو ته دولت مل دولتمند آهي ۽ انجي پئسا پر شايد اهي زيور به ٿورا ٿين ۽ تنهنڪري انهن وٺڻ کان ناڪار ڪئي.

تنهنکانپوءِ رات جو شاهه صاحب کي خيال آيو ته فقير صاحب جي معشوق قاضي پير محمد مرحوم وصال ڪرڻ جي وقت مونکي فرمايو هو ته جيڪڏهن قل پڙهي مونکي ختمو ڏيندين ته آءٌ اچي حاضر

ٿيندس . انهيءَ ياد گيريءَ اچڻ سان شاهه صاحب
قاضي صاحب جي فرمودي جي پيروي ڪئي ته
ٿوريءَ دير گذرڻ بعد شاهه صاحب ڇا ڏسي ته ڪوٺيءَ
جي اولهه پاسي ڪان دري کلي پيئي آهي ۽ انهيءَ
دريءَ مان قاضي صاحب جن آلن وارن سان اندر
اچي قاسم عليشاهه سان گڏ پلنگ تي ويٺا مس ته فقير
صاحب به ساڳيءَ دريءَ مان اندر آيا ۽ شاهه صاحب
يڪدم کين پيرن پئي انهيءَ پلنگ جي پيرسان اٿ
جي چڙهڻ جي سامان مٿان چڙهي ويٺو ۽ فقير صاحب
قاضي صاحب سان گڏ تي ويٺا . انهيءَ وقت ڏيئو
پريو ٿي . قاضي صاحب فقير صاحبن کي چيو ته مون
جو اوهان کي شاهه صاحب جي پارت ڪئي هئي
انهيءَ جو ڇا ڪيو؟ شاهه صاحب ته اڃان مصيبت
هيٺ آهي . فقير صاحبن فرمايو ته، اسان شاهه
صاحبن جي پانهن وٺي حضرت موليٰ علي مشڪل
ڪشا سائين جي هٿن ۾ ڏني آهي - جنهنتي قاضي
صاحب چوڻ لڳن ته قاسم علي شاهه کي حضرت مولا
علي سائين ڏيکاريو ائو . تنهنتي فقير صاحبن فرمايو
ته اسان کين انهيءَ ڪري زيارت نه ڪرائي جو
سندن اينگر ننڍا آهن، زيارت ڪرڻ سان سندن

زماني ۾ ڏولي ڏاڍن ٽان هٿ کڄي ويندو - تنهن
ڪري زيارت نه ڪرائي سگهندس. پوءِ قاضي صاحب
شاهه صاحب کان پڇو ته حاضري ڪڏهن آهي؟
چيائين ته حاضري سڀاڻي آهي. قاضي صاحب فقير صاحب
کي چيو ته جيڪڏهن سڀاڻي شاهه صاحب جي حاضريءَ
جي فتوا جو ذمو پاڻ تي کڻو ۽ گڏجي وڃي فتوا
ڏيو ته واهه، نه ته آءٌ سڀاڻي سکر جو سارو شهر لُريءَ
تي کڻي اوڏو ڪندس. تنهن تي فقير صاحبن فرمايو
ته جيڪڏهن ساري سکر جا ماڻهو مفت مرندا ۽
اجائي خونريزي ٿيندي ته اوهانکي هٿ ڇا ايندو.
هان باقي فقير سڀاڻي شاهه صاحب سان گڏجي
وڃي فتوي ڏياريندو. پوءِ قاضي صاحب ۽ فقير صاحب
گڏجي وقت پاڻ ۾ رهاڻ ڪري سانجهيءَ ديرءَ مان
غائب ٿي ويا (انهيءَ وقت قاضي صاحب هن زماني
مان وصال ڪري ويا هئا ۽ فقير صاحب جن حيات
هئا) انهيءَ واقع تي سڀاري هوندي ته شاهه صاحب
کي خوشيءَ کان پگهر آيو ۽ انهيءَ راحت ۾ ساري
رات ڪين ننڊ نه آئي. صبح جو ڏرڙيءَ مان
سندن پاڙ ۽ سڙت ته روهڙيءَ ۾ راچي اڪٺا. انهن
قاسم علي شاهه جي رخ مان معلوم ڪيو ته شاهه پڻ

شاهه صاحب کي کورٽ جو دلاسو مليو آهي ته
تنهنڪري، بيفڪر ٿي منهن ۾ سرهو ويٺو آهي. پوءِ
جج جي کورٽ ۾ وڃڻ کان اڳ شاهه صاحب فقير
صاحب جي خدمت ۾ اچي عرض ڪيو ته قبلا!
راتوڪو واعدو بحال آهي. پاڻ فرمايائون ته هائو
بحال آهي. اوهين هلو ته اسان جهاز جي ڀڳي پور
۾ ٿا اچون چو ته ٻه مقدما ان اڳ جج ٻيا فيصل
ڪندو. پوءِ ٽيون مقدمون اوهان جو فيصل ٿيندو ته
انهيءَ وقت فقير به اچي نڪرندو. پوءِ شاهه صاحب
کورٽ ڏانهن ويو ۽ ڏٺائين ته برابر پهريون ٻيا ٻه
مقدما ان پڪاريا ويا. انهيءَ ڏينهن کورٽ ۾ ماڻهن
جو انداز به گهڻو هو. انهيءَ هجوم ۾ هڪ ماڻهو
هندستاني پوشاڪ ۾ ڇولدو پئي ويو ته 'ڏيکهو ياني
آج ڪرنا اور عملدار کي لڙائي هي' آخر ٽيون مقدمو
شاهه صاحب جو پڪاريو ويو. سڀني اهي سمجهو ته
فقير صاحب ڪين آيا. شاهه صاحب کورٽ جي
دروازي اندر ٿيو ته فقير صاحب کي ٻئي دڪان
اندر گهڙندو ڏٺائين. شاهه صاحب کين سلام ڪيو.
ٻيا ماڻهو ڏسي چوڻ لڳا ته قاسم علي شاهه اڄ الائي
ڪنهنکي ٿو سلام ڪري. شايد منجهو ڦري ويو اٿس.

ان بعد شاه صاحب کي ڪرسيءَ تي جهڄ ويٺل ڏسي
پر ڪوڙ آيو. مگر فقير صاحبن کي ڏنائون. تنهنڪانپوءِ
فقير صاحب فتويٰ ڏنائي پاڻ هليا ويا ۽ اها فتويٰ
جا پنهنجي زبان سان ڪليءَ ڪورٽ ۾ پڙهي ٻڌائي
جنهن ۾ لکيل هو ته دولتمل واري دعويٰ رد ٿي ۽
پئسا جيڪي شاه صاحب جا جمع هئا سي شاه صاحب
کي ڏيارجن ٿا. قاسم عليشاه خرچ جي دعويٰ
جيڪا ڏهن دولتمل تي ڪندو ته ڪورٽ منظوري
ڏيندي. سڄي دعويٰ ۾ اهو ثابت ٿيو ته هڪ آنو
پڳ جو ۽ هڪ ڏري جون جي ان جي قاسم عليشاه
جي نوڪر جي ڪاٺي ثابت آهي. تنهنڪري جهڄ
چيو ته دولتمل ٻڌي اهي قاسم علي شاه جي نوڪر
بهادر کان دعويٰ ڪري وٺي. ڪورٽ ۲۲ سو
روپيا شاه صاحب کي ڏيارڻ جي پئسا ڪٽي شاه صاحب
پنهنجي پاڻ ۽ سوڻ کي چيو ته جاگير اسان جي
آزاد آهي سو اسان کي ڪهڙي ٻڪ آهي ۽ اهي
۲۲۰۰ هلي فقير صاحب جي لنگر ۾ ڏيون ٿا. پوءِ
فقير صاحب وٽ ۲۲ سو رپيا ڪٽي آيا. اچڻ سان
فقير صاحبن شاه صاحب کان فتويٰ بابت پڇو. جنهن
چيو ته قبلا اوهان پاڻ اتي موجود هئا. تنهن تي

فقير صاحب قاسم عليشاه کي فرمايو ته ها ئو هڪڙو ماڻهو اچي لنگهيو جنهن چيو ته قاسم علي شاه دعويٰ ڪئي. پوءِ اهي ٢٢٠٠ روپيه شاه صاحب فقير صاحب جي خدمت ۾ رکيا ته پاڻ پڇڻ لڳا ته ابا هي ڇا آهي؟ تنهن تي شاه صاحب چيو ته سائين اسان جي جاگير ڇٽي آهي ۽ پئسا لنگر ۾ هلن. ان تي فقير صاحب جن ڪاوڙجي ويا ۽ فرمايائون ته اهي بلائون اسان ڇا ڪندا سون، جلد ڪڍو. ان تي شاه صاحب کي ڏک ٿيو ۽ روئي پيو. فقير صاحب ساداتن جو ڏک سهي نه سگهيا تنهن تي فرمايائون ته چڱو انهن مان ٢٥ روپيه ڪڍي اسانجي موڙيءَ کي ڏيئي ڇڏيو. پوءِ شاه صاحب اهي ٢٥ روپيه سندن موڙيءَ کي ڏيئي ڇڏيا

(مٿينءَ ڪرامت جو راوي بيدل بخش شاه آهي)

لنگر لالي ذات جو ڪوسو ويٺل ڳوٺ پنٽيءَ جو ڳالهه پيو ڪري ته سارين جي پوک ڪئي هيم. پنٽيءَ جي پسگردائيءَ ۾ آءٌ عيالدار هوس. گذران نهايت تنگ هو. اڌارو پائي پئسو ڪو نه ماڻهون ڪين ڏيندو هوم. انهيءَ مٿينءَ آباديءَ جي آڌار تي هڪڙي هندو دڪاندار کان ان اڌارو ملندو هو ۽ اهڙيءَ طرح اهڙن کي پاليندو هوس. پوک سارين

جي تيار ٿيڻ ۾ هئي تنهن وقت پاڻي درياهه جو صفا لهي ويو ۽ ايتري قدر جو سارين جي ٻوڪ سڪڻ لڳي. تنهن وقت انهيءَ هندو دڪاندار اهو ان اڌارو ڏيڻ بہ بند ڪري ڇڏيو. ٻچا مون سميت بک ۾ پاهه ٿيڻ لڳا. پوءِ ٻيو ڪو بہ حيلو وسيلو نہ ڄاڻي فقير بيدل سائين جي پيش خدمت سمورو احوال عرض ڪيم

انهيءَ سقيم حالت بيان ڪندي اکين مان آب بي اختيار وهي ويو. شهنشاهه سنڌ مون هڙو دکدائڪ حال ڏسي مون تي رحم کاڌو ۽ ٻال ٻلائي پاڻ فرمايائون تہ ابا پنو، مس ۽ دوات کڻي ڏيم. آءٌ سائين اڳيان آڻي ٺيڪ حاضر ڪيم ۽ پاڻ پني تي ڪجهہ لکي ڇڏي بدائي زبان مبارڪ سان فرمايائون تہ هي چٺي کڻي وڃي روهڙيءَ ۾ درياهه جي شيشا محل واري انهيءَ ڏاڪي تي ٻڌ، جنهن تي سمجهون تہ ايترو پاڻي چڙهي جو لڏهڻي ٻوڪ ۾ پاڻي پهچي وڃي ۽ هيءَ چٺي اتان ڏاڪي تان لهي درياهه ۾ کڻي وجهہ ۽ خواجہ بادشاهہ کي اسان جو ايا ٻو ڏج تہ فقير قادر بخش سلام چوندو هو ۽ هيءَ چٺي بہ اوهان ڏي لکي ڏنائين. پوءِ تون اڪدم وڃج ۽ وڃي

پنهنجي ٻوڪ جا ٻنا ٻارا ٿا هڻ ته تنهن جون ساريون
پاڻيءَ سان پر ٿينديون ۽ تنهنجي اها سموري مشڪلات
حل ٿي ويندي - پوءِ آءٌ فقير صاحبن جي فرمان
جي بخوبي تعميل ڪئي . ٻنهي جا ٻنا ٻارا موڪان ۽
ڪسيون سڀ چڱيءَ طرح ٿاهي دل جي تسليءَ موجب
تيار ڪيا ۽ پڻ پنهنجي همسايگان ڪڙمين کي هن
حقيقت کان آگاهه ڪيم مگر هنن منهنجي چوڻ ڪنٽار
ڪري ڇڏيو بلڪ مون کي اُلٽندو چريو سمجهڻ لڳا
۽ ٺٺوليءَ جي نظر سان ڏسڻ لڳا. ڏينهن گذريو مٿان
رات آئي ۽ پاڻي به اهڙو ته زور سان چڙهيو جو
منهن جون ساريون سموريون پاڻيءَ سان پر ٿي ويون.
انهيءَ وقت آءٌ ٻنيءَ تي سجاڳ هوس. پوءِ ٻهر ٻنا
آوادا چڱيءَ طرح ٿاهي ٺيڪ ڪري ڇڏيم ۽ انهي
۾ ايترو ته پاڻي بيٺو رهيو جو سندم ساريون بلڪل
چڱيءَ طرح پچي راس ٿيون. باقي ٻيا ڪڙمي جيڪي
ان وقت پنهنجي ٻنيءَ تي موجود نه هوا يا انهن مان
ڪي غفلت جي ننڊ ۾ ليٽيل هئا تن جي ٻنين مان
پاڻي اچي ڪري به هليو ويو. اهو پاڻي عمرڪس ۽ اروڙ
واه رستي آيو. انهيءَ رات ۾ اهي ٻيئي واهه وري
سڪي ويا. پاڻي ساڳيو وڃي درياهه داخل ٿيو ۽

درياه ساڳين الهن تي وڃي بيٺو. اها ڳالهه اهو ڪڙمي جڏهن ڪندو هو ته ڪلندو به هو ۽ روئندو به هو، ته اها مون مسڪين تي ماڙ بيدل سائين جي ٿيل آهي.

مسٽر هيمراج ٻيا ويٺل روهڙي جو وڏو پٽ ديوان چيتنداس انيڊي هولڊئي فقير صاحبن وٽ گهڻو ايندو ويندو هو. جيتوڻيڪ عزيز کيس جهليندا هئا ته به نه رهندو هو. ٿورن ڏينهن کا پوءِ چيتنداس پاراٿيءَ اوستا ۾ ئي گذر ڪري ويو ته سندس پٽا مٿس ڪچڙو وجهي فقير صاحب ڏاڍهن کڻي ويو ته سندس مائٽن سمجهو ته هيمراج شايد پنهنجي پٽ کي قبر ۾ پورڻ ٿو وڃي (ڇو ته هيمراج جو مسلمانن خدا جي مردن سان رستو هو) انهيءَ ڪري کيس ڏايو جهليائون ته پار کي ڪيڏانهن ٿو کڻي وڃي، پر ڪنهن جي به نه ٻڌائين. سڌو فقير صاحبن جي اوطاق تي کڻي آيو. انهيءَ وقت فقير صاحب نماز لاءِ وضوءِ ٿي سازيو ته اچي روئي عرض ڪيائين ته قبلا سائين هيءَ پنهنجي امانت وٺو. تڏهن فقير صاحبن هيمراج کي فرمايو ته ابا هيمو انهي پار کي کڻي کٽ تي سمهاريو. پوءِ پاڻ جڏهن وضو سازي رهيا تڏهن انهيءَ وضوءَ

واري پاڙيءَ مان ٿورو ٻيڪ ٻار جي وات ۾ وجهي
فرمايائون ته هاڻي هن کي کڻي وڃو هي مختيارڪار
ٿيندو. پوءِ برابر اهو ڇيتا لند مختيارڪاري ڪري
بعد گذاري ويو.
(هن احوال جو راوي ديوان هاسانند وڪيل آهي)

ڀائي ويرو مل ٽنڊي مستي خان واري جو چوڻ
آهي ته آءٌ فقير صاحب جي اوطاق لي سمهيو پيو
هوس ته رات جو ٽين ٻجي اچي خيال پيم ته جڻهن
صورت ۾ لنڊ ٻه ٽي اچي چون ته فقير صاحب جي
کٽ تي وڃي ڪين ڏور ڏيان. جڏهن فقير صاحب
وٽ ويس ته ڇا ڏسان ته فقير صاحب جن ٽڪرا ٽڪرا
ٿيا پيا آهن. اهو حال ڏسي اچي خوف ٿيو ته شايد فقيرصاحب
کي ڪو ماري ٽڪرٽڪري ويو آهي. انهيءَ خوف
وچان آءٌ ورلي پائي سمهي رهيس. جڏهن صبح جو
اٿي ڏٺم ته فقير صاحب جي کٽ خالي پئي آهي ته
دل ۾ سمجهيم ته شايد فقيرصاحب جي لاش کي کڻي ويا آهن.
پوءِ مون خوف وچان ٻاهر اڪري ڳوٺ وڃڻ جو
ارادو ڪيو ته سامهون فقير صاحب مليا ۽ فرمايائون
ته ابا اهو وقت اسان وٽ اچڻ جو نه آهي.

قاضي پير محمد سندن معشوق بلڪل لاپرواه هوندو هو ۽ ڪنهن لات جي بہ پرواھ نہ رکندو هو. پاڻ جنهن ضد تي چڙهندو هو سو جيستائين پورو نہ ڪندو هو تيستائين ان ڪم جو پيڇو نہ ڇڏيندو هو جهڙيءَ طرح هيٺ معلوم ٿيندو. ووهڙيءَ جي مختيارڪار صاحب کي قاضي صاحب پنهنجي گهر جي گهٽيءَ جي موڙيءَ جي درخواست ڪئي هئي؛ جنهنجي ڪري مختيارڪار، قاضي صاحب سان انهيءَ معاملي ۾ کهرو پيو جنهنتي قاضي صاحب اچي فقير صاحب کي عرض ڪيو تہ هن وقت ۽ هاڻي اچو کي ڏينهن ۾ هن مختيارڪار جي هتان بدلي ٿي تہ واه نہ تہ تہ چڱي ڳالھ نہ ٿيندي - قدرت الاهي جو انهيءَ ڏينهن مختيارڪار کي تار آئي تہ اوهين هاڻيءَ طرف وڃو. اها سڀ فقير جي دعا هئي.

هڪڙي ڏينهن فقير صاحب جن پنهنجي صحبتين سان رستو وٺي پئي آيا تہ رستي ۾ بہ ڪتا بيٺا هئا. قاضي صاحب انهن ڪتن کي ڏسي فرمايو تہ هي پئي ڪتا لٿا ٿهن ؛ تنهڪري، هنن ڪتن مان هڪ ڪتي هٽڪ گهرجي ۽ لڏهين جوڙي جو مهل ٿهندو. پاڻ فرمايائون تہ قاضي صاحب انهن ليهدو. ٿورئي وقت ۾ ڏٺو ويو تہ ابراهر هڪ اهو ڪتو ڪتي تي پيو ۽ ڪار پئي چلپا ٿين.

منشي هيمراج جو چوڻ آهي ته آءٌ فقير صاحب
جن جي خدمت ۾ ان وقت حاضر هوس جڏهن منشي
ڪشنداس کين ۾ شهون اچي اڌرانو وڪي احوال
ڪيائين ته هي مير علي مراد خان اڌراڻو ڏنو اٿو.
فقير صاحب جن پڌڻ شرط ڪاوڙجي لال ٿي ويا
۽ مون ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون ته ابا هيمون هيءَ
پڙهه ته ڇا آهي؟ هڪدم ڳوٿڙي کولي ڪاغذ
منجهائنس ڪڍي پڙهيم ته لڏي ڪالگن جي جاگير
جو پروانو هو. فقير صاحب جن اهو احوال ٻڌي
منشي ڪشنداس کي فرمايائون ته فقير کي پيرن ۾
ڳت اڳيئي آهن ويتر تون ڳچي ۾ ڳت وجهڻ آيو
آهين، پوءِ مونکي فرمايائون ته هيمون انهيءَ کي ڦاڙي
پرزا پرزا ڪري وري انهيءَ ڳوٿڙيءَ ۾ ڪٽي وجهه. آءٌ
يڪدم حڪم جي بجا آوري آندي - انهيءَ ڪانپوءِ
وري مونکي فرمايائون ته هن کي هو ڏو ڪٽي ڏيکار.
آءٌ منشي ڪشنداس کي وٺي اچي لڏو ڪٽي ڏيکاريو
ته ڇا ڏسون ته ۾ لنڊيون لهرون ٿيون وهن هڪ
سولي جي اي روبي جي. پوءِ پاڻ فرمايائون ته
هيمون ڪشي کي وٺي اوطاق ۾ ڇڏي اچ ۽ چوڻ
فقير صاحب جي اهڙن الفاظن ڪان منشيءَ کي اچي

ٻڌا، ورتو هو. آءٌ سندن حڪم جي تعميل ڪئي،
آخر منشي ڪشنداس جو تپ واهن ڏينهن بعد لٿو
۽ مير علي مراد کي اهو قاتل پروانو ۽ روانو وڃي
موٽائي ڏيئي سربستو احوال سڻايو. انمان صاف
ظاهر آهي ته فقير صاحب ٻڙو گيءَ ڪان بلڪل بيزار
هئا. "الفقر فخري" واري حديث جا مصداق هئا.

هڪڙي وقت فقير صاحب وٽ ڪجهه هندو ۽
مسلمان هي فيصلو ڪڍي آيا ته فقير سائين اوهين فيصلو
ڪيو ته هندو اوچا يا مسلمان. انهيءَ باري ۾ ٻنهي
ڌرين دليل پيش ڪيا. فقير صاحب ٻنهي جو احوال
ٻڌي فرمايو ته ابا "اوچو اهو جو نيڪو آهي".
(هن ڳالهه جو راوي ديوان ارملداس آهي)

چوندا ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو وٽن ڪم لاءِ ايندو هو
اچي دعا طلبي ڪندو هو ته پاڻ هميشه هن طرح جوا
فرمائيندا هئا ته هڪ مائي ٻچائي ٽي ڏينهن خدا ۽
وات ۾ ڏيو ۽ خاڪ شاه محمد حقاني بادشاه جي ڪک
اچي ڪم لايو. بعضي چوندا هئا ته حاجنا شاه بادشا
ئي ٽي ڏينهن مائي ڏيو ۽ تيل ۽ خاڪ آڻي ڪم لا
جي تعويذ لاءِ ڪو عرض ڪندو هو ۽ زور ڀريندو
ته هيءَ تعويذ لکي ڏيندا هئا:

"هو الحبيب الذي ترجي شفاعته -
لكل هول" من الاهوال مقتحم يا لطيف
يا كريم يا كريم يا كريم +"

اهو تعويذ سڀني بيماريءَ لاءِ ڏيندا هوا. ڪن حالتن ۾ بيماريءَ کانسواءِ به هي تعويذ لکي ڏيندا هئا ۽ ان سان گڏ ڏس به ڏيندا هئا ۽ وري بعضي ته ان آدميءَ جي زور ڀرڻ تي ائين به چوندا هئا ته فقير ضامن آهي ۽ الله سائين ڀلي ڪندو. جي ضمانت جو لفظ واتان نه ڪڍندا هئا ته ڄاڻبو هو ته اهو ڪم مشڪل ٿيندو.

هڪڙي ڀيري فقير صاحب وٽ ڪنهن شخص ڀلي جي مڇي آڻي سندن خدمت ۾ پيش ڪئي. ان وقت فقير صاحب جي مجلس ۾ ڀائي ڪشنو مل ۽ مائي رامي موجود هوا. فقير صاحب ڪشني مل کي فرمايو ته هي پلو پچائي کائو. ڀائي ڪشني مل جواب ڏنو ته قبلا اڄ گيارس آهي تنهنڪري کائڻو ناهي - انهيءَ جواب ملڻ بعد فقير صاحبن مائيءَ راميءَ کي فرمايو ته کائو. مائيءَ سندن فرمودي موجب اها مڇي ڪم لائي ڇڏي. ٻئي ڏينهن تي مائيءَ ڪشني مل سان ذڪر ڪيو ته انهيءَ مڇيءَ جي عيوض ۾ آءٌ رات خواب ۾ تيرٿ ڪري آئي آهيان.

”هو المجيب الذي ترجاي شفاعته –
لكل هول“ من الاهوال مقتحم يا لطيف
يا كريم يا كريم يا كريم +“

اهو تعويذ سڀني بيمارين لاءِ ڏيندا هوا. ڪن حالتن ۾ بيمارين کانسواءِ به هي تعويذ لکي ڏيندا هئا ۽ ان سان گڏ ڏس به ڏيندا هئا ۽ وري بعضي ته ان آدمي جي زور ڀرڻ تي انهن به چوندا هئا ته فقير ضامن آهي ۽ الله سائين ڀلي ڪندو. جي ضمانت جو لفظ واتان نه ڪڍندا هئا ته ڄاڻبو هو ته اهو ڪم مشڪل ٿيندو.

هڪڙي ڀيري فقير صاحب وٽ ڪنهن شخص پلي جي مڇي آڻي سندن خدمت ۾ پيش ڪئي ان وقت فقير صاحب جي مجلس ۾ ڀائي ڪشنو مل ۽ مائي رامي موجود هوا. فقير صاحب ڪشني مل کي فرمايو ته هي پلو پچائي کائو. ڀائي ڪشني مل جواب ڏنو ته قبلا اڄ گيارس آهي تنهڪري کائڻو ناهي – انهيءَ جواب ملڻ بعد فقير صاحب مائي راميءَ کي فرمايو ته کائو. مائيءَ سندن فرمودي موجب اها مڇي ڪم لائي ڇڏي. ٻئي ڏينهن تي مائيءَ ڪشني مل سان ذڪر ڪيو ته انهيءَ مڇيءَ جي عوض ۾ اڄ رات خواب ۾ تيرٿ ڪري آئي آهيان.

ٻڌا، ورتو هو. آءٌ سندن حڪم جي تعميل ڪئي،
آخر منشي ڪشنداس جو ٽپ وڃن ڏينهن بعد لڌو.
۽ مير علي مراد کي اهو قاتل پروانو ۽ روپيه وڃي
موٽائي ڏنائين ۽ سڀ بستو احوال سڻايو. انهان صاف
ظاهر آهي ته فقير صاحب ٻڙو گيءَ ڪان بلڪل بيزار
هئا. ”الفقر فخري“ واري حديث جا مصداق هئا.

هڪڙي وقت فقير صاحب وٽ ڪجھ هندو ۽
مسلمان هي فيصلو ڪٽي آيا ته فقير سائين اوهين فيصلو
ڪيو ته هندو اوچا يا مسلمان. انهيءَ باري ۾ ٻنهي
ڌرين دليل پيش ڪيا. فقير صاحب ٻنهي جو احوال
ٻڌي فرمايو ته ابا ”اوچو اُهو جو نيچو آهي“ -

(هن ڳالهه جو راوي ديوان اُرملداس آهي)

چوندا ته جڏهن ڪو به ماڻهو وٽن ڪم لاءِ ايندو هو ۽
اچي دعا طلبي ڪندو هو ته پاڻ هميشه هن طرح جواب
فرمائيندا هئا ته هڪ مائي ٻچا ٿي ٿي ڏينهن. خدا جي
وات ۾ ڏيو ۽ خاڪ شاهه محمد وحدائي بادشاهه جي کٽي
اچي ڪم لايو. بعضي چوندا هئا ته حاجنا شاهه بادشاهه
ٿي ٿي ڏينهن مائي ڏيو ۽ تيل ۽ خاڪ آڻي ڪم لايو.
جي تعويذ لاءِ ڪو عرض ڪندو هو ۽ زور ڀريندو هو
ته هيءَ تعويذ لکي ڏيندا هئا:

"هو العجيب الذي ترجى شفاعته -
لكل هول" من الاهوال مقتحم يا لطيف
يا كريم يا كريم يا كريم +"

اهو تعويذ سڀني بيمارين لاءِ ڏيندا هوا. ڪن حالتن ۾ بيماريءَ کان سواءِ به هي تعويذ لکي ڏيندا هئا ۽ ان سان گڏ ڏس به ڏيندا هئا ۽ وري بعضي ته ان آدمي جي زور ڀرڻ تي انهن به چوندا هئا ته فقير ضامن آهي ۽ الله سائين ڀلي ڪندو. جي ضمانت جو لفظ والان نه ڪيندا هئا ته ڄاڻبو هو ته اهو ڪم مشڪل ٿيندو.

هڪڙي ڀيري فقير صاحب وٽ ڪنهن شخص پلي جي مڇي آڻي سندن خدمت ۾ پيش ڪئي ان وقت فقير صاحب جي مجلس ۾ ڀائي ڪشنومل ۽ مائي رامي موجود هوا. فقير صاحب ڪشنومل کي فرمايو ته هي پلو ڀڄائي کائو. ڀائي ڪشنومل جواب ڏنو ته قبلا اڄ گيارس آهي تنهنڪري کائڻو ناهي - انهيءَ جواب ملڻ بعد فقير صاحبن مائيءَ راميءَ کي فرمايو ته کائو. مائيءَ سندن فرمودي موجب اها مڇي کم لائي ڇڏي. پوءِ ڏينهن ئي مائيءَ ڪشنومل سان ذڪر ڪيو ته انهيءَ مڇيءَ جي عوض ۾ اڄ رات خواب ۾ ٻوڙت ڪري آئي آهيان.

هڪڙي وقت فقير صاحب جن ڪنهن سير لئي نڪتا هئا ته جهنگ ۾ رستي تي ڪنهن ماڻهوءَ فقير صاحبن جي پٺيان گهڻا ماڻهو ڏسي انهن ماڻهن کان پڇا ڪئي ته هي فقير ذات جو ڪير آهي؟ انهيءَ سوال جي درميان ۾ فقير صاحبن انهن ماڻهن کان پڇو ته ابا سائل ڇا تو پڇي؟ جواب ۾ چيائون ته قبلا سائين جن جي ذات جي پڇا تو ڪري. فرمايائون ته ابا چئوس ته فقير جي ذات آهي ذات سان ذات يعني جيڪا تو ۾ ذات آهي سائي فقير ۾ آهي -

فقير صاحب جن بعضي وهڙيءَ ۾ دين پناه شاه جي پرسان جا مسجد هن وقت آهي تنهن ۾ هڪ هنڌ ويهي مراقبو ڪيئندا هوا. حاضر مجلس جي پڇا ڪرڻ تي پاڻ فرمائيندا هئا ته ابا محڪم الدين سيلائيءَ جو لاش مبارڪ سندن وصيعت موجب سندن ڳوٺ پهچائڻو هو پر رات جي پورڻ ڪري اهو مڙه مبارڪ رهڙيءَ تان لاهي هن هنڌ رات جو رکيو هوائون جتي فقير ويٺو آهي، سو ان لاش مبارڪ جي برڪت سان هن ٽڪر تي اڄ ڏينهن تائين نوراني تجليات جو نزول ٿئي ٿو جو وقت هتي ويهندا آهيون سو وقت اسانجي روح

ڪي ڏاڍي فرحت ٿيندي آهي، تنهنڪري اچي ويندا آهيون.
(راوي ڀڳت داروڪو)

هڪڙي ڏينهن فقير صاحب، قاضي پير محمد ۽ ٻيا صحبتي گهاڙ واري واٽ وٺيو پئي ويا ته هڪڙي هنڌ قاضي صاحب جن ٿڪجي رهيا ۽ چوڻ لڳا ته جيستائين ڀنگ، ڇڪي نه ملندي تيستائين اصل نه هلندا اسين. ڏاڍو پڙ ڪيئي ٿيو. آخر اتي هڪ هندوستاني آيو، جنهن کي ڀنگ ۽ ڏانڊو ڪونڊو هو، سو ان ڀنگ ڏني ۽ جڏهن قاضي صاحب پيتي تڏهن اڳتي هليو.
(هن جو راوي بيدل بخش شاهه آهي)

هڪڙي دفعي مير علي مراد خان هڪ خاص ماڻهو فقير صاحبن ڏانهن دعوت لاءِ موڪليو. پاڻ نه قبول ڪيائون ۽ فرمايائون ته جنهن وقت اسان مير صاحب وٽ هلنداسين اوڏو وقت الله سائين جو ڏنل رهندو ته جي مير صاحب پاڻ هتي ايندو ته موٽي سائين الاهي رحمت جي برسات پيئي برسندي. ان مان ثابت ٿيو ته پاڻ وڏن ماڻهن جي دعوت کان نفرت ڪندا هئا.

هڪ وقت جو ذڪر آهي ته هڪ ماڻهو ڪين دعوت لاءِ ڏاڍو زور ڪيو سوانکي سيکت ڏيڻ لاءِ منظور ڪيائون. حاضر مجلس ۾ فرمايائون ته هلو ته فلاڻي جي گهر هلون جو دعوت ڏني اٿئين. سڀئي اٿي هليا. اتي وڃي پڇيا ته دعوت ڪندڙ انهن سڀني مهمانن جي ڪارڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ڊڪ ڊوڙ ڪري ڪم ته پورو ڪيو پر فقير صاحب جي اٿڻ وقت انهيءَ شخص فقير صاحب کي هوريان ڪن ۾ چيو ته آئينده اوهان کي ڪهڙو نالائق دعوت ڏيندو مون دعوت ڏني هئي فقط اوهانکي؛ اوهان وري ساري ئي مجلس ساڻ وٺي آيا آهيو. پاڻ انهيءَ کي فرمايائون ته هائو ابا- آئينده ائين ڪنداسي.

(راوي اصغر فقير)

هڪ ڀيري فقير صاحب جن گهاٽ جون ٽڪريون گهمڻ لاءِ اٿيا. ساڻن قاضي صاحب ۽ ٻيا ٻه ڪي ماڻهون همراهه هئا. پوءِ وهلن تي سوار ٿيا سير ڪندا ٿي آيا. جڏهن وقت چٽڻ شاهه بادشاهه جي

ڦيري وٽان هيڏانهن ڏڳهه ڏيئي لنگهيا ته قاضي صاحبن
کي اهڙو ته اچي ڪو اوقات ٿيو جو گهوڙي تان
لهي ليڪو ڪٽي ڪڍيائون. فرمايائون ته هي آهي
بادشاهه دستگير سائين جو ليڪو جيستائين هي فيصلو
نه ٿئي تيستائين هي ليڪو ڪو به ڪين ٽپي. فقير صاحبن
چيو ته قاضي صاحب حڪم فرمايو ته ڪهڙو فيصلو
آهي؟ جنهن تي قاضي صاحب جن سوال فرمايو ته
سائينجن نوازش فرمائي ٻڌائن ته پنجتن شاهه جي منزل
وڏيڪ آهي يا منهنجي منزل مٿي آهي؟ فقير
صاحب جن چپ ۾ اچي ويا ۽ ڪجهه دير بعد
فرمايائون ته پير پنجتن شاهه پنجتن جي اولاد آهي ۽
هن جو شان وڏو آهي باقي منزل ۾ پنجتن شاهه
بادشاهه ۽ اوهان هڪجهڙا آهيو. تنهن کان پوءِ هلڻ
جي اجازت وٺي اڳتي هليا.
(هن جو راوي ميان بيدل بخش آهي)

هڪڙي ڏينهن فقير صاحب جي ڪچهري لڳي
پئي هئي جو اتي ڪچهري ۾ هڪڙن ان شخص
لاڙ ٻوڪي پوشاڪ ۾ جنگي پٺاڻن جا ڪوٽ پيا
هئا ۽ جي الان جي ڪنهن به ماڻهون جا واقف
ڪين هئا ويٺي فقير صاحب سان ڳالهايائون. پوءِ

جڏهن وقت هو موڪلائي ويا تڏهن وقت هڪڙي
ماڻهوءَ فقير صاحب کي عرض ڪيو ته قبلا سائين
اهي شخص ڪير هئا ۽ ڪهڙي ڪم سان آيا هئا؟
پاڻ مرڪي فرمايائون ته اهي لاڙ جي طرف جا جن
هئا. علم پڙهڻ پئي آيا جو علم پڙهي هينئر وڏا
عالم ۽ اڪابر ٿيا هوا. هڪڙي مسئلي تي بحث
ڪيو هيائون جو انهي ۾ اچي منجهيا هئا ۽ پوءِ ڪٺي
فقير ڪيئي امين بڻايو هئائون. انهيءَ ڪري ايئي انهن
جو اچڻ ٿيو هو. اهو مسئلو حل ڪري ڏنو سون ۽
هينئر پنهنجي ڳوٺ روانا ٿي ويا-
(هن جو راوي ميان بيدل بخش آهي)

سيد قاسم علي شاه ڳالهه ڪندو هيو ته هڪڙي
ڏينهن مونکي اچي خيال ٿيو ته مکڻ ۽ ماکي اهي
ٻئي شيون نهايت سٺيون ۽ لذيذ آهن، سو جيڪر آءٌ
مرشد بيدل سائينءَ جي خدمت ۾ کڻي وڃان. پوءِ
مان هڪ شيشو ماکيءَ جو ۽ ٻيو سٺي مکڻ جو شيشو
کڻي ويس. جڏهن لي فقير صاحب مونکان پڇا ڪئي
ته ابا هي ڇا آهي؟ مون چيو ته قبلا هڪڙي شيشي
۾ ماکي آهي ۽ ٻي ۾ مکڻ جو اوهان صاحبن جي
واسطي آندو اٿم. مون اهان اهي اڦط ڇٽي ٻورا

ٿي مس ڪيا ته سائين اچي روئڻ ۾ ڇُڙڪيا، ۽
٨ اهڙي قدر ته هنجون هاريائون جو سندن دل ڀرجي
آئي ۽ پاڻ کي دل ۾ ڦٽڪار وجهڻ لڳس ته ناحق
اهڙو مڪڙ ماکي آندم جنهن ڪري فقير صاحب جن
کي اهڙي قدر گريه ۾ وڌم. گهڻي وقت کان پوءِ
جڏهين فقير صاحب جن روئڻ بند ڪيو تڏهن مون
ادب سان عرض ڪيو ته قبلا سائين آءٌ نهايت پشيمان
آهيان جو آءٌ اڄ سائين جي اهڙي قدر گريه جو
باعث بڻيو آهيان. پر سائين جن کي استدعا آهي
ته مهرباني ڪري اهي ڳالهه کان حقير کي آگاه
ڪرڻ فرمائن ته اهڙي گريه جو سبب ڇا؟ فقير
صاحب جن فرمائڻ لڳا ته ابا اوهان جنهن وقت
مڪڙ ۽ ماکي جو نالو ورتو تنهن وقت اسان کي پنهنجي
معشوق قاضي صاحب جا اچي پور پيا ۽ جنهن ڪري
اسان جو اهو حال ٿيو مون عرض ڪيو ته قبلا سائين
اوهان صاحبن کي هن جهان ۽ هن جهان جي ايڪ
روشني آهي. قاضي صاحب جن اوهان کان ڪو
پري ته ڪين آهن ۽ پوءِ ڇو انهن ڏيڻ گهر جي. پاڻ
فرمايائون ته ابا اوهان جي اها ڳالهه درست آهي
ليڪن هن جهان جي ملاقات ۽ هن جهان جي ملاقات
۾ گهڻو سنڌو آهي. جهڙي هن جهان جي ملاقات
ٿي سگهي ٿي اهڙي هن جهان ۾ نه.
( هن جو راوي بيدل بخش شاه آهي )

قاضي صاحب سدائين فقير صاحب سان بي ڌرڪ ڳالهائيندو هو ۽ هميشه اهڙي رعب ۽ حشمت سان فقير صاحب جي ڪچهري ۾ ايندو هو جو ڪنهن کي به جرئت ۽ همت نه ٿيندي هئي جو قاضي صاحب کي ڪو الف يا بي چئي سگهي! آخر هڪ ڏينهن فقير صاحب جي ڪچهري ۾ سيد قاسم علي شاه ۽ پيا به گهڻا ئي موجود هئا ته سامهون قاضي پير محمد سندن معشوق پڙهائين ٿي فقير صاحب جن کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو پئي آيو ته قاسم علي شاه کي دل ۾ خيال ٿيو ته اسان جي دل اُٿي سهي سگهي ته ڪو قاضي صاحب اسان جي مرشد سان ايڏو گستاخي سان ڳالهائي. هاڻي قاضي صاحب کي اچڻ سان ڪٽي ٿو پاڪر پيري ڊسيان. قاضي صاحب ڪو مون کان بت ۾ جالنو يا زوراور نه آهي. سيد قاسم علي شاه اجان اِيتر و دل ۾ خيال ئي مس ڪيو ته فقير صاحب ڪچهري ڍرمايو ته ابا جيڪڏهين ڪنهن کي قاضي صاحب جي روش لي ڪي قدر ملهان پا ڏمر ٿئي پا ڪي نه پسند اچي ته اهو اسان جي ڪچهري مان مهرباني ڪري اُٿي وڃي. فقير صاحب جي الهيءَ چوڻ کان پوءِ شاه دل ۾ ڏاڍو پشيمان ٿيو.

(هن جو راوي ميان بيدل بخش آهي)

هڪڙي وقت فقير صاحب جن ڪچهري ڪيون ويٺا هئا ته سامهون قاضي صاحب پريان اينديٰ فقير صاحب جن کي سخت لفظ ڳالهائيندي سندن والدين شريفن کي به الفاظ ڳالهائڻ لڳو، جنهن تي فقير صاحب انهن الفاظن ٻڌڻ سان پاڻ ڳاڙها لال ٿي ويا ۽ شوخ آواز سان قاضي صاحب کي فرمايائون ته تون ڇا ڪندين شيخيا ٽپ جا پٽ. اهڙي چوڻ کري قاضي صاحب فقير صاحب جي قدمن تي ڪري پيو ۽ آسمان ۾ يڪدم گجگوڙ ٿي ويئي جو ان وقت ڏورا ڳڙا به پيا. انهيءَ مهل جهٽ پٽ جهڙ ٿيڻ ۽ ڳڙن وسڻ جو سبب سيد غلام علي شاهه، سيد قاسم علي شاهه کان پڇيو جنهن اهو مٿيون احوال ڪري ٻڌايو.
(هن جو راوي بيدل بخش شاهه آهي)

وڌيڪ فقير صاحبن سان رهاڻ جي باري ۾ معلوم ٿو ٿئي ته حياتيءَ جي پوئين عمر جي عرصي ۾ فقير صاحب اڪثر ڪري پنج گنج جي ڪتاب مان گفتگو يا رهاڻ ڪندا هئا تنهڪري اسان پنج گنج جي ڪتاب مان مختصر احوال جي صورت ۾ ڪجهه رهاڻ بمعنيٰ ناظرن جي پيش ڪش ڪريون ٿا.

پنج گنج جو ڪتاب هن هيٺين صورت ۾ ٺهيل آهي:
شروع ۾ ٽورن الفاظن ۾ بيان ڪيل آهي. ان بيان
کي سچي ثابت ڪرڻ لاءِ پنج دليل پيش رکيل آهن.
مثال: ڪوڙي دعوي کي ڦٽڪار ڪرڻ ۽ حال
حاصل ڪرڻ جي بازي ۾ تاڪيد. انهيءَ قول ۽
بيان کي صاف ۽ ثابت ڪرڻ لاءِ پهريون دليل
قران شريف جي آيت آيل آهي. ٻيو دليل حديث
شريف مان ڏنل آهي ٽيون دليل مولانا رومي جي
مثنوي مان ورتل آهي. چوٿون دليل شاه عبداللطيف
ڀٽائي گهوٽ جو بيت ۽ پنجون ۽ پويون دليل آهي
ڪنهن معتبر ڪتاب مان مرد خدا جي حڪايت
ورتل. انهيءَ سموري صورت کي درجو سڏبو
وجي ٿو. انهيءَ طرح سمورو ڪتاب چاليهن درجن
جو ٺهيل آهي.

## درجو پهريون

”چڙيون ڳالهيون ڪيئي وهڻ ٺهڪي ڏڪار
۽ حال حاصل ڪرڻ جي تاڪيد ۾“

پنج گنج جو ڪتاب هن هيٺين صورت ۾ ٺهيل آهي:
شروع ۾ ٿورن الفاظن ۾ بيان ڪيل آهي. ان بيان
کي سچي ثابت ڪرڻ لاءِ پنج دليل پيش ڪيل آهن.
مثال: ڪوڙي دعوي کي ڦٽڪار ڪرڻ ۽ حال
حاصل ڪرڻ جي ٻاڙي ۾ تاڪيد- انهيءَ قول ۽
بيان کي صاف ۽ ثابت ڪرڻ لاءِ پهريون دليل
قرآن شريف جي آيت آيل آهي. ٻيو دليل حديث
شريف مان ڏنل آهي ٽيون دليل مولانا رومي جي
مثنوي منجهان ورتل آهي، چوٿون دليل شاهه عبداللطيف
ڀٽائي گهوٽ جو بيت ۽ پنجون ۽ پويون دليل آهي
ڪنهن معتبر ڪتاب مان مرد خدا جي حڪايت
ورتل. انهيءَ سموري صورت کي درجو سڏيو
وڃي ٿو. انهيءَ طرح سمورو ڪتاب چاليهن درجن
جو ٺهيل آهي.

## درجو پهريون

”ڇڙيون ڳالهون ڪري وهڻ ٺهڪي ڌڪارڻ
۽ حال حاصل ڪرڻ جي تاڪيد ۾“

**آيت شريف:-** ماڻهن مان ڪي اهڙا به آهن
جيڪي چوندا آهن ته اسان الله ۽ پوئين ڏينهن
تي ايمان آندو آهي - حالانڪ اهي ايمان وارا نه
آهن يعني ته ماڻهن مان ڪي اهڙا به آهن جيڪي
وڏو زباني چوندا آهن ته اسان همه اوست جا قائل
آهيون. درحقيقت اهي پنهنجي چوڻ ۾ ڪوڙا آهن.

**حديث شريف:-** مهاجر بن حبيب رض کان روايت
آهي ته چيو رسول الله صلعم ته الله تعاليٰ فرمائيندو آهي
ته آءٌ هر هڪ سياڻپ پر يو ڪلام مقبوليت ۾ نه آڻيندو
آهيان پر انهيءَ ماڻهوءَ جي همت ۽ نيت مقبول ڪندو
آهيان. تحقيق سندس همت ۽ نيت منهنجي عبادت
۾ داخل آهي ۽ سندس ماٺ کي پاڪ لاءِ حمد ۽
سيڪار بڻايم توڻين هو چپ ۾ رهيو آهي.

**مثنوي شريف:-** اسين اندر ۽ حال ڀيا ٿا ڏسون.
ڏيکه ۽ ظاهر گفتار ڪين ٿا پسون
عشق جي باه کا اندر ۾ دکاءِ.
لفظي عبارت سڀ ساڙي وڃاءِ.

**بيت :-** عاشق ائين نه هون - جئين تون سڀ الڳزين
مٺهن پاليون مون پر - رات ڏينهن روون
ڪنهنکي ڪين چون - ته اسين عاشق آهيون.

**حڪايت :-** قدسي حديث جي ڪلام جي شروع ۾ لکيل آهي ته ڪنهن حوصلي ماڻهوءَ هڪڙي بادشاه کي مهمانيءَ لاءِ ڪوٺ ڪئي - تنهنکري مهما اسراءِ جو ٻاهريون حاطو ٻهاريءَ سان صفا ڪيائين ۽ رستي کي گند ڪچري کان پاڪ ڪري ڇڏيائين. پر جيڪو بادشاه جي وهڻ لاءِ هنڌ مقرر ڪيو هوائين سو اُئين ئي لٽيل ۽ گندگيءَ سان ڇڏيل هو. جڏهن بادشاه اچي دولتي قدم جو سعيو انهيءَ ويرانيءَ ڏي وڌو ته سندس انفس طبع کي اڻ صفا جاءِ اڻ وڻندڙ لڳي تنهنکري ٿي ان جي سموري ٻاهرين خدمت اندر جاءِ جي اڻ پاڪيءَ ڪري اڻ وڻندڙ سمجهي موٽي ويو.



## فصل ۴ .

## بيدل جي تاليف ۽ تصنيفات

كلام اوٺون ۽ هدايت وارو -
سندن حافظي جو عجيب مثال - عربي ۽
جو عارف ۽ اردو ، هندي ، سرائكي ،
سنڌي ۽ سنسكرت ۾ ماهر ۽ پارسي ۽ جو
گوهر - علم جو كافي ثبوت ۽ شاهدي -
سندس بي نظير ۽ لاثاني كتاب :-
رياض الفقر - سلوڪ الطالبين -
مثنوي نهر البحر - رموز العارفين - پنج گنج -
فوائد المعنوي - سرود نامہ +

بيدل سائين ء جو كلام اوٺو ۽ هدايت سان ڀرپور آهي . هو صاحب سڀ كجهه ٻڌائي الهي ۽ جو سبق ڏو ايكائي . سندس كلام مان علم جون شاهدون ملي سگهن ٿيون . هندي ، سنڌي ، سنسكرت ۽ اردو جو تمام چڱو ڄاڻو هو . فارسي

علم ۽ عربيءَ جي تحصيل هدايه ڪوتاءِ تائين ۽ علم
طب ۾ ميزان ۽ اڪبريءَ جا سبق ورتا هوائون.
سندن علميت ۽ تحصيل جو پورو پتو سندن تصنيفات
۽ تاليف مان پوي ٿو. هت اهو ڏيکارڻ ضروري
آهي ته اهو علم ڪيتري قدر کين ياد هو. سندن شعر
۽ تصنيفات مان بي نظير ذهانت پئي ٻکي، جنهنجو
هڪ مثال هيٺ رکجي ٿو:

قاضي غلام محمد ٿو فرمائي ته هڪ دفعي
هڪ عربيءَ جي ڪتاب پڙهڻ بعد ٻيو ڪتاب اغباس
عربي پڙهڻو هوم. مگر اهو ڪتاب ساري شهر مان
نه لڌم؛ ڇو ته، انهيءَ وقت ڇاپي جو ايترو واهپو
ڪو نه هو ۽ اڪثر ڪري دستخط ٿيل ڪتاب
ملندا هئا. مگر زماني جي بدلجڻ ڪري (انگريزن
جي راڄ شروع ٿيڻ ڪري) عربيءَ جو رواج نڪري
ويو هو ۽ دستخط ڪتاب عدم پيدا هئا. لاچار
فرمايائون ته ابا جيڪڏهن ڪتاب ڪو نه ٿو لڀي ته
فڪر لاهي، اسان ٿا لکي ڏيون. پوءِ يڪدم پنا
گهرائي سارو ڪتاب لکي ڏنائون جو اڄ تائين
مولوت موجود آهي. مون چڱيءَ طرح پڙهي ڏٺو آهي
ته هڪ لفظ جو به ڦيرقار ڪٿهي جٿن جو اهو ڪتاب

هاڻي ڇاپي هيٺ آيل آهي. اڳي وقت ميزان طب پڙهندو هوس (اهو ڪتاب ميزان طب اڄ به مون وٽ آهي) ان جي لغت مون لکي ڏانئون جا ڀانئم. جاچي ڏٺو اٿم ته سڄي ڪتاب مان هڪ ٻه اکر ڇڏيل نه آهي.

بيدل بادشاهه جي تصنيفات بلڪل گهڻي ۽ وڏي آهي. سنڌ ۾ سندس ثاني شاعر ڪو ورلي ڳولهيو لڀندو جنهن ايترا سارا وڏا ڪتاب جدا جدا ٻولين ۾ چيا ۽ ٺاهي لکي وراس ڪيا هجن. انڪانسواءِ سندس عربي، پارسي، هندي ۽ سنڌي ڪلام جو نه آهي انت نه مٿو نه پيٺي نه پڇ. ٻي انت مايا لکيو پيئي آهي. باقي سندن مڪمل طرح رچيل ۽ ڇپيل ۽ نهيل ۽ دستخط لکيل ڪتاب جي هٿ لڳي سگهيا آهن سي آهن جملي (١٨) اٺارهان.

هاڻي اهي ڪتاب ڪهڙا نه سٺا ۽ ڇڱيءَ طرح سان ادا ڪيل آهن اهو بيان ڪرڻ هتي مناسب نه ٿيندو. تنهن کان سواءِ انهن ڪتابن جي خوبين لئي وڌيڪ وران ڪرڻ ۾ ته ڪي ورهيه گهرجن ـ ۽ هي ڪتاب نه پورو نه ٿيندو پر شايد ٻيا ١٨ ڪتاب لکڻي ويندا. جي گهڻو ڇڙيو ته دفتر ٻوڙجي ويندا

۽ جي ٽوڙو ڇڏيو ته تهندي سنڌ جي اهڙي وڏي شاعر سان بي انصافي ڪري. ان ڪري اُهن ڪتابن جي باري ۾ هتي ڪا نه ڪا اُپٽي ڪا نه ٿي ڪجي. صرف ٿورن لفظن ۾ بيان ڪبو ته ڪتاب ڪڏهن ڇپيل آهي، ڇا بابت آهي ۽ منجهس ڇا مسايل آهن. هاڻ باقي جي انهن ڪتابن ۾ اوهو ويچارڻ ٿا چاهيون ته ڪي قدر پڙهڻ لاءِ منتظر آهن ان لاءِ ڪن ڪتابن جا مسودا اُڪيا (جي اڃا هن ڪتاب ۾ يا ڪٿي به شايع ٿيل نه آهن) ڏجن ٿا؛ باقي جن لاءِ پڌائجي ٿو ته ڪٿي شايع ٿيل آهن، ڪڏهن ۽ ڪٿهن شايع ڪيا آهن الااهه مسودا ڪتاب ٽوار يخن موجب ڏاهي هيٺ نمبروار رکيا ويا آهن:-

١- رياض الفقر: سنه ١٢٥٨ هجري. هن ڪتاب جي نالي مان ئي معلوم ٿو ٿئي ته منجهس درويشن ۽ فقيرن جي رياضتن جو بيان ڪيل آهي. ڪتاب جا ٻارهن مقالا آهن ۽ ١٠ بين ٿي ٤٠ ورق ڪتاب يعني ٥ جزن جو ڪتاب آهي. سڄو ڪتاب پارسي نظم ۾ ڪل هڪ هزار (١٠٠٠) بيتن جو آهي. هي ڪتاب هن ڪان سواءِ بيان ۾ ابدڙ بيدل بادشاهه جي بين ڇڙن ڪتابن: سلوڪ الطالبين، ومور القادري،

مثنوي انهار البحر ۽ رموز العارفين سان گڏ هن بندي
(مون) سنه ١٩٣٩ع ۾ سنڌڪاو اسٽائمل پرات يعني لڳو
ل ڇپايا هوا ۽ ڇاپي جي خرابيءَ ڪري وري ٻيهر
١٩٤٠ع ۾ پرنٽنگ پريس مان ڇپايل آهن. ڪتاب جو
نالو "نظم فارسي از شعراي سنڌ" آهي ۽ مٿين
ٻنهي ڪتابن جا مسڪين ٽڪرا - مڍ، وچ ۽ پڇاڙي
سنڌ جي ٻين اڻ ڇپيل فارسي ڪتابن جهڙوڪ
ديوان مهر، ديوان عاشق، ديوان مجذوب ۽ ديوان ولي
جي عمدن ٽڪرن سان گڏ بلڪل چڱيءَ طرح مجموس
سمايل آهن. انهن مڙني ڪتابن جا شائق پاڻ لاءِ
وارو سستو ڇاپو خواه پريس پرنٽ وارو تازو ڇاپو
خريد ڪري پڙهي سگهن ٿا. ٻئي ڇاپا مارڪيٽ ۾
موجود آهن.

٢- سلوڪ الطالبين: سنه ١٢٥٩هه - هن ڪتاب
۾ ٩٠ غزل الف - ب وار ڏنل آهن ۽ مقطعن بيدل
اِ پر طالب جو تخلص ورتل آهي.

٣- رموز القادري في شرح قصيده غوثيه:
سنه ١٢٥٩ هجري - هيءَ ڪتاب قصيده غوثيه يعني ا
سقاني الحب عربي تصنيف حضرت محبوب سبحاني
جي شرح فارسي نظم ۾ ڪيل آهي. ڪتاب جا ڪي
ٽڪر شايع ٿيل آهن، جن لاءِ ڏسو ڪتاب رياض الفقر
وارو بيان.

۴- منهاج الحقيقت : (فارسي) سنه ۱۲۶۴ هجري.

۵- مثنوي بحر البحر : سنه ۱۲۶۴ هه - هي ڪتاب مولانا روميءَ جي مثنويءَ جي نموني ٺهيل آهي. نالي مان ئي ظاهر آهي ته روميءَ جي مثنوي شريف بحر آهي ۽ هي ڪتاب بحر هڪ ڇوٽي شاخ. ڪتاب جا گهڻا ٽڪرا هن ڪتاب ۾ صفحي ۶۹-۷۱-۷۳ تي ڏنل آهن. سمورو ڪتاب پڻ ڇپيل آهي جنهن لاءِ ڏسو پهرين ڪتاب رياض الفقر وارو بيان.

۶- رموز العارفين : سنه ۱۲۶۸ هجري - هي ڇهن پدن جو ڪتاب پارسي نظم ۾ آهي. وحدت جي باب ۾ جن عارفن جيڪي چيو آهي ان جو شعر لکي تشريح ڪيل آهي، هن ۾ ڪل ۲۴ عارفن جي ڪلام جي شرح آهي.

۷- تقويت القلوب في التذڪره المحبوب : سنه ۱۲۸۰ هه - هن ۾ وحدت باب سڀني عالمن، فقيرن ۽ شاعرن جا چيل قول هڪ ٻئي لي شاهديءَ طور آندل آهن. تمام وحدت ۾ چيده اشعار آهي. ناظرين لاءِ منجهانئس ڪجهه سٽون هيٺ ڏجن ٿيون :-

فائده ١- اي برادر عاشقي سراپا درد ست
هر کسے، طالب درد ست دلش گرم و آهش سرد ست
واشکش سرخ و رويش زرد ست وانکه بے درد ست
پيش مردان عشق نامرد ست.

سنڌي ترجمو:- پيارا ڀاءُ عاشق ٿيڻ درد وسائڻ آهي. جيڪو درد جو ڳولائو ٿيندو تنهنجي دل گرم، دانهن دردناڪ هوندي؛ ڳوڙها رت جا روئندو، منهن پيلو هوندس ۽ جيڪو بي درد آهي سو عشق وارن جي اڳيون نامرد آهي.

٨- پنج گنج: سنه ١٢٨٠ هجري- ڪتاب ٽن ٻولين عربيءَ- فارسيءَ ۽ سنڌيءَ جو ٺهيل آهي- ڪنهن فقيري قول کي سچي ۽ ثابت ڪرڻ لاءِ پنج دليل هڪ ٻي تي شاهدي طور پيش ڪيل آهن- پهريون آيت شريف (عربيءَ ۾) ٻيو حديث شريف (عربي) ٽيون مولانا روميءَ جي مثنويءَ مان بيت (پارسيءَ ۾) چوٿون شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو بيت (سنڌيءَ ۾) ۽ پنجون ڪنهن مرد خدا جي حڪايت (پارسيءَ ۾) هن ڪتاب جو سمورو بيان اڳين فصل جي پڇاڙيءَ ۾ ڪيو ويو آهي- هيدي (مون) سارو ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري هڪ صورت ۾ آڻي تيار ڪيو آهي ۽ مثال طور ڪتاب جو پهريون در جو ١٠٢ صفحي تي ڏنل آهي جو ناظرين پڙهي سگهن ٿا.

٩- قرة العينين في مناقب السبطين: سنه ١٢٨٠هه -
هي ڪتاب حضرت حسنين جي شان ۾
جڙيل آهي- منجهس ٢٩ حديث رسول اڪرم جون
واقعات ڪربلا ۽ شان حضرت حسين جي جون ڏنيون
ويون محمد حسين ڪاشفي جي ڪتاب روضة الشهداء
ڪتاب مان سڄون گڏ آنديون اٿن جنهن مان ثابت
ٿو ٿئي ته حب اهل بيت وٽن ڪمال هئي- ناظرين لاءِ
نه چار سٽون هيٺ ڏجن ٿيون:-

در آثار آمده که شاهزاده کونین حضرت امام
حسین علیه السلام روز قیامت بر صراط درآید
با چهره خون آلوده وگوید "رب شفعني في من
بکیٰ علیٰ مصیبتي"- گوید خدا مرا شفاعت ده
در حق کسے که در مصیبت من بگریسته ست +
الهي هرکه دردنیا بر شهیدي وغریبي و بیکسي و
بي برگي و تشنگي و گرسنگي من گریه کرده ست
اورا بمن بخش شفاعت آن سید بحق قبول و سید ع
گویند که آن شاهزاده حسین را برائ ابهاثه
ارزاني دارند

بيت

گرآب زلي بسگريه راه شهدا -
اخشند گناه تو بماه شهدا

سنڌي ترجمو:- روايت آهي ته شاهزادو حضرت امام حسين قيامت ڏينهن عرش کان پوءِ رت لڳل منهن سان ايندو ۽ اچي چوندو ته اي منهنجا رب! جو آدمي منهنجي مصيبت تي روئو آهي ان کي مولڏي ڏسي بخش. اي ڏڻي! جيڪو دنيا ۾ منهنجي شهيد ٿيڻ، غريبي ۽ بيڪسيءَ تي اڄ ۽ سڀ لئي روئو آهي، ان کي به بخش مولڏي ڏسي. اُن سردار جو اهو چوڻ قبول پوندو ۽ چون ٿا ته حضرت حسين کي چوڪاري جي چڱي ملندي، پوءِ جيترن کي چڱائي ته مالڪ آهي - بيت - جي شهيدن ڪربلا جي واسطي روئندين ته تنهنجا گناهه حضرت حسين جي معرفت معاف ٿيندا +

١٠- مصباح الطريقت عرف ديوان بيدل.

هي ديوان حافظ شيرازيءَ جي ديوان جيترو آهي ۽ شعر جي طرز به ساڳي آهي. هن جا ٻه ڀاڱا آهن - پارسي ۽ اردو- هن ۾ ڏيڍ هزار کان مٿي غزل مخمس مسدس ترڪيب بند ترجيع بند قطعه آهن ۽ رباعيات سڀ قسم جا ڏنل آهن. ناظرين لاءِ هتي هڪ غزل پارسي ڀاڱي مان ۽ ٻيو اردو ڀاڱي جو ڏجي ٿو:

## غزل فارسی

بیا مطرب نوائی زن بحالت آر مستان را
تو هم ساقی جدا از جام می مگذار مستان را

بغیر از غلغل چنگ و نی و دف و قلقل مینا
نباشد رونق بزم طرب زنهار مستان را

بیا رند از سرائیدن انا الحق هیچ لب بستن
گشته گر خود سیاست شرع سر بردار مستان را

سرایت نشئه آن آب آتش تاب هستی نور
بیکدم داده بربادی سر و دستار مستان را

تصور نرگس مخمور او بیدل مده از دست
که چشم نیم خواب او کند بیدار مستان را

## غزل اردو

دو جگ کا بادشاه ہے مست شراب عشق
عالم ہے بحر حباب سی لاشک حباب عشق

شہر صفت نہ رہ تون ہوس کی حجاب ۸
باہر نکلکی دیکہ رخ آفتاب عشق

دوزخ کی آگ کب جلادی اسکی تائین
جسم سوخته کا ہی ہوا آکل کباب عشق

زاهد پر نهين سر وحدت کا منکشف
گر فتح باب چاهين تو مت چهوڙ باب عشق
تنور چرخ کا نه پکايا حکيم قدر
جهکون هي بزم راز مين غلغل رباب عشق
تابع هين عاشقانکي چه ابر و چه آفتاب
دوزخ و بهشت جانتا هي آب و تاب عشق
جو ئي کر پوچتا هئي عشق کون چيز هي
کهه بيدل اسکي تائين کرا بهي سن جواب عشق

١ - فوايد المعنوي: (عربي) هي اڻڇپيو نسخو آهي، جنهن ۾ ٨٧ عربي اصطلاح تصوف جا گڏ ڪيل آهن. انهن فوايدن مان گهڻا ن هن ڪتاب جي فصل ٢ ۾ لکيا اٿم؛ شوقين تصوف جا اتان ڏسي سگهن ٿا.

١٢ - سعد الموحدين: سنه ١٢٦٤ هجري - هن ڪتاب ۾ الله تعاليٰ جي هيڪڙائيءَ کي ثابت ڪرڻ لاءِ مردن خدا جون سندون يعني سرٽيفڪيٽ شاهديءَ طور هڪ ٻئي لئي آنديل آهن - پهريون ئي پهريون قال الله تعاليٰ جو قرآن شريف مان ”اينما تولوا فثم وجه الله“ جو ڏنل آهي - تنهنکانپوءِ عربستان، ايران، يورپ ۽ سنڌ جي

بزرگن ۽ شاعرن جا قول خدا جي هيڪڙائيءَ جي
باري ۾ ڏنل آهي ۽ پوءِ ڪن اهڙ چئمل ۽ مڪمل
ڪتابن مان به ڪي ٽڪرا ڏنل آهن. سمورو ڪتاب
توري ۾ همت ڏجي ٿو:-

## قال الله تعالیٰ:

اينما تولوا فثم وجه الله

## قول محبوب سبحانی:

فلما تبدي حسنه متنوعا ـ
تسمي باسماء فهن مطالع
و اوصافه و الاسم و الاثر الذي ـ
هو الكون عين الذات و الله جامع

## منصور بن حلاج:

سبحان من لطف نفسه فسماه حقا
و كسف نفسه فسماه خلقا

## مولانا جلال الدين رومي:

هر لحظه بشكل آن بت عيار بر آمد ـ
دل برد و نهان شد
هر دم بلباس دگران يار بر آمد ـ
گه پير و جوان شد

## قلندر شهباز:

زان مست عالم ار سر در هر صفت يکتا بدان
يک نور در هر دم در جهان هم آشکارا هم نهان

مثنوي:

خود همه آب است هم ساقي و مست
ها سو يکه شد چون طلسم تو شکست

## خواجه حافظ شيرازي:

حريف و مطرب و ساقي همه اوست
حديث آب و گل در ره فسانه
خود مي بازد از خود عشقبازي -
حديث آب و گل در ره فسانه

## شيخ سعدي:

ره عقل جز پيچ در پيچ نيست
بر عارفان جز خدا هيچ نيست

## مولانا جامي:

نموده روئي در بالا و پست اوست
وگر بسيار ور کم هرچه هست اوست

## شيخ فريدالدين عطار:

چشم بکشا که جلوه دلدار
تجلي است از در و ديوار

## گفت انا احمد بلا ميم:

از زبان مبارکه مختيار -
رب ارني بگوش خود خود گفت
خود بخود کرد حسرت ديدار -
باز با خويشي لن تراني گفت

شاه شرف بوعلي قلندر :

مرشد معلا بوده - دل طالبان پر بوده
مرشد کجا طالب کجا - خود بوده خود بوده

یوسف زلیخا :

یکي بیني و یکي دان و یکي گوئي
یکي خواه و یکي خوان و یکي جوئي

بي سر نامه :

من بغیر تو نه بینم در جهان -
قادرا پروردگارا جاودان
چون بجز تو نیست در هر دو جهان -
لاجرم غیري نباشد در میان

دیوان میر :

افسوس که در روز نهان در شب تا دید
در عین ظهور این همه محروم لقائید

دیوان ولي :

حسن در پرده ء تجرید آها سب سي آزاد
طالب عشق هوا صورت انسان مین

شاه عبداللطيف ڀٽائي :

پاڻهي جل جلال - پاڻهي جان جمال
پاڻهي صورت پرين جي - پاڻهي حسن كمال
پاڻهي پير مريد ٿئي - پاڻهي پاڻ خيال
سڀ سڃوڻي حال - منهوني معلوم ٿئي

مولانا مير قلندر علي :

ت - تفڪر ڪيجي وڃي لهين سار الله دي
هڪو هو ڪر هڪو ڳولهين ڇوڙ خيال دگر دي

پير محمد راشد :

وحدت مون ڪثرت ٿي - آهي ڪثرت وحدت ڪل
الله ڀرين ٻاهر پرين - ڀول نه ٻي ڪنهن ڀل
هي هنگامو حل - مڙئي محبوب جو.

مولانا عبدالحق درازائي :

هرچه بيني ز فوق عرش علا
هستي او است تا به تحت ثريٰ
غير حق نيست در جهان موجود
همه هستي از و شده برپا

مولانا قبول محمد درازائي :

جامن ٿي جانان - پرين پهري آئيو
ڪامان ٿڙي ڪامان - نه ڪيٽرو لڪ ڪرام ڪيو

عاشق سچل سرمست :

سچو سارو سو ٿيو - ڪثرت ۾ ڪل
الف ڪون آدم ٿيو - ڪري هنگامو حل
خالق الاشياء ٿيو عينها - هي نا ڀل امل
مومن ڪافر سو ٿيو - اي ڀول نه ڪنهن ڀل
ڳج ڳالهي ڳل - مو ماري منصور جان

١٣- وحدت نامه: هن ڪتاب جا ـــ
مصباح الطريقت وانگر ٻه ڀاڱا آهن - فارسي ۽ سنڌي ۾ جنهن ۾ وحدت جي ڳجهن رازن جو بيان ڪيل آهي. چوندا ته اصلي وحدت نامه نه ڪو ٻيو هو جنهن ۾ ڪيترائي همه اوست وارا بيت بيدل بادشاهه ڀاڙا ڪڍائي وڃي روهڙيءَ جي درياءَ واري مشهور جامع مسجد کان لوڙهايا هئا. باقي ڪي ٿورا بيت جي سندن معشوق قاضي صاحب وٽ رهجي ويا سي هن ۾ ڏنل آهن - هيءُ ڪتاب سرود نامه ڪاپيءَ بيدل سائين جي ٻيو نمبر سنڌي ساهتيه جي سونهن آهي. جنهن ۾ ١٥٠ سنڌي بيت ڏنل آهن جن مان پهريان پنج هيٺ ڏجن ٿا:-

١- هستيءَ کي همه اوست ۾ ڪيو گم جنهن
ڏٺو نور تنهن اکين شعاع شهود جو

٢- هستيءَ کي همه اوست ۾ جنهن گم ڪيو
تنهن لوت ٻيو آڇوڙو اثبات جو

٣- هستيءَ کي همه اوست ۾ جنهن ڪيو گم
تنهن تي آگم اچي ٿيو اثبات جو

٤- هستيءَ کي همه اوست ۾ جنهن ڪيو فنا
تن تي ابدي اچي ٿي اثبات جي

٥- هستيءَ کي همه اوست ۾ ڪيو جن فنا
چيو تن انا الحق ۾ حلاج جي.

١٤- لعت ميزان طب: هن ڪتاب جي ٻاڙي ۾ فصل ۴ جي معني ۾ بيان ڪيل آهي.

١٥- في بطن احاديث: حديثن جي تشريح تصرف طريقہ موجب فقير صاحب هن ڪتاب ۾ ڪئي آهي. عالم انهن ڇهن حديثن جي معنيٰ ٻي ڪندا آهن- يعني ظاهري؛ پر فقير معنوي معنيٰ ڄاڻيندا آهن. مثال لاءِ هڪ حديث جي تشريح هيٺ ڏجي ٿي:

حديث (١)

عن ابن عمر قال قال رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم - بني الاسلام على خمس" شهادة ان لا اله الا الله وان محمدا عبده' ورسوله واقام الصلواة وايتاء الزكواة والحج وصوم رمضان متفق عليه

بدانکه اسلام بر دو قسم ست - اسلام صوري و اسلام معنوي + اسلام صوري معلوم ست و اسلام معنوي عبارت ست از نفي اوهام کثرت و اثبات يقين وحدت و نجات از خيالات جسماني و برات از خطرات نفساني - خروج از مضيق ظلماني و دخول در وسعت آباد نوراني - مثل بيت شکوک، ما ومني

و غالبیت ورداتِ لدنی - و از مقید بمطلق پرداختن و از عالم ناسوت بعالم لاهوت تاختن و جان در راهِ جانان باختن + چنانچه کلام ربانی باین نعمت عظیمی و عطیهٔ کبری ترغیب می نماید و تحریص می فرماید که "یا ایها الذین آمنوا آمنو با الله و رسوله" - یعنی ای کسانیکه ایمان صوری که باعث نجات ناریست مشرف شده اید - با یمان معنوی که موجب برات پندارست معزز و مکرم باشید و مطلق و مقید را که کنایت از الله و رسول است بمقتضای هو الظاهر هو الباطن یکذات دانسته حرف دوئی از لوح خاطر فاطر بکزلک لیس فی الدارین الاهو تراشید + مولانا حمید الدین ناگوری در عشقیه می فرماید - فرد -

قاضی شدی و شیخ شدی دانشمند
این جمله شدی ولی مسلمان شدی
تا پردهٔ ما و من درمیان ست
رخ آفتاب مسلمانی نهان ست

سندي ترجمو:- حضرت عمر جو پٽ چوي ٿو ته رسول خدا فرمايو آهي ته الله تعالیٰ اِ صلوات التي ۽ الهي اولاد تي هجي ته اسلام جو بنياد پنهن ڳالهين تي آهي:

١- ڪلمه طيب پڙهڻ (لا اله الا الله)
٢- نماز پڙهڻ ٣- زڪوات ڏيڻ ٤- حج ڪرڻ ۽
٥- روزا رمضان جا رکڻ - سڀ الهي ء تي متفق آهن +

چاڙهڻ گهرجي ته مسلماني ٻن قسمن جي آهي: ١- ظاهري ٢- باطني. اسلام ظاهري ته سڀني کي معلوم آهي - اسلام معنوي جي معنيٰ آهي ته هن جهان جا خيال سڀ وڃائڻ ۽ خدا جي هيڪڙائي ثابت ڪجي ۽ جسماني خيالن کي ميٽجي ۽ انساني خطرن کان پري رهجي. تنگ، اونداهيءَ مان نڪري نوراني ڪشادي آباديءَ ۾ داخل ٿجي ۽ 'هت' ۽ 'ما' جي مام. شڪن ۽ شبهن کي ماري مات ڪجي ۽ خدائي ڳجهه ۽ ارادن کي پڌرو ڪجي. خدا ڏي رجوع ٿيڻ ۽ هن ڪان هن جهان ڏي ڊڪڻ ۽ معشوق جي وات ۾ ساهه ڏيڻ ; جيئن ته قران ڪريم هن وڏي نعمت ۽ بخشش ڏانهن اشارو ڪري ٿو- "اي اهي آدمي جن ايمان آندو آهي- ايمان آڻيو الله ۽ رسول انهي تي". اي ماڻهو، جي ظاهري ايمان آندو اٿو ته دوزخ جي باهه کان ڇٽندا ۽ معنوي ايمان سان (جنهنجي معنيٰ آهي ته همه جلوو) عزت ۽

تعظيم وارا آهيو ۽ خدا ۽ بندگي (جنهنجي معني آهي
نه الله ۽ رسول) آيت جي مضمون موجب
(جيڪو ظاهر سوئي باطن) هڪ چاٽي ٺهرائي جو اکر
دل جي ڦرڻي ٿان (اهي ڪو ٻيو جهان ۾ خدا ڪالسواه)
اهي ۽ چاڪون ۽ سان گهرڙيو - مولانا حميد الدين
ناگور شهر جو ويٺل پنهنجي ڪتاب عشقيه ۾
چوي ٿو :

قاضي ۽ شيخ ۽ دانا ۽ ٿين
اهي سب ٿين پر مسلمان نه ٿين
جيسي 'مان' جو پردو وچ آهي
تيسي مسلماني جي سڄ جو معني اڪل آهي

١٦- سرود نامه: (سنڌي - سرائڪي - هندي -
اردو ۽ فارسي) هي ڪتاب ٿي فقط سنڌ ۾ سنڌي
تصنيفات جي وڏي ۾ وڏي سولهن آهي. منجهس ڪيترائي ڪلام -
ڏوهيرا - بيت - سلوڪ ۽ سي حرفيون سمايل آهن.
سنڌس سرن ۽ ڪافين جي وچور اڳئين
فصل ۾ ڏني.

١٧- تاريخ ثاني: هن ڪتاب جي لکڻ مان نه
معلوم آهي ته منجهس تاريخون ۽ سنه ۽ سال ڏنل
آهن ۽ سچ پچ آهي ته انهن نه ساڳو ڪتاب ايڪمون

۽ پيرن - ولي الله ۽ بزرگن - دوستن ۽ درويشن
جي وفات جي تاريخن ۽ فوت ٿيڻ جي سالن ۽ سنن
۽ صدين سان سٿيل ۽ پڙيل آهي . اوهان اڪثري
ڏٺو هوندو ته هر ڪنهن پير يا ولي الله جي تربت تي
در يا ديوار تي - گنبذ يا قبي ۾ ڪجهه نه ڪجهه
بيت يا دوهرا لکيل هوندا آهن - اُهي بعضي ڪنهن
معنيٰ جي نه ٿيندا آهن ، يا ته اُهي الهيءَ قبي ڏٺيءَ
جي شان ، مان ۽ عزت ۾ اُڪريل هوندا آهن يا ته
وري سندس وصال جي تاريخ ڏيکاريندا آهن .
اُها تاريخ ڪا ڪام ڪلا لکيل نه هوندي آهي پر شاعر
ڪي اهڙا الفاظ ڪم آڻيندو آهي جنهن مان
ابجد جي علم ۽ هو جي حساب موجب تاريخ پڌري ڪڍي ٿي
آهي . اهڙيءَ طرح بيدل بادشاه هن پنهنجي ڪتاب
۾ پهرين ئي ڀيرون حضرت رسول الڪريم جي
رحلت جي تاريخ هيٺين طرح ادا ڪئي آهي :

بهر بود تاريخ رحلت مهر پيغمبران
هو بهي پوسعد و برخاسعه فرق از ميان

ه + و = هو
بهر = سنه ١١ هجري
٥ + ٦ = ١١

